# سنڌ جو آواز

ليکڪ: ڊاڪٽر مبارڪ علي

سنڌيڪار: پروفيسر اعجاز قريشي



# سنڌ جو اواز

ليکڪ: ڊاڪٽر مبارڪ علي

سنڌيڪار: پروفيسر اعجاز قريشي



فڪشن هائوس

18-مزنگ روڊ، لاهور

# حق ۽ واسطا هٿيڪا


ڪتاب جو نالو:- سنڌ جو آواز

ليکڪ:- ڊاڪٽر مبارڪ علي

سنڌيڪار:- پروفيسر اعجاز قريشي

پبلشر:- فڪشن هائوس

18 مزنگ روڊ، لاهور

فون- 18 -492 -72

30- 374- 72

ڪمپوزنگ:- محمد علي شاهاڻي

اشفاق احمد قريشي

پرنٽر:- اجالا پرنٽرز لاهور

ٽائٽل:- رياظ

ڇاپو:- پهريون، 2001ع

قيمت :- 80 رويي

# ارپنا

ويهين صديءَ جي جيئري جاڳندي تاريخ

**محمد ابراهيم جويو**

جي نانءِ.

# سنڌ جو آواز

## سنڌي

## گهايل ڌرتيءَ جي چيخ ئي تاريخ آهي

موجوده دؤر جي مشهور مؤرخ ۽ تاريخ نويس ڊاڪٽرمبارڪ عليءَ کان پاڪستان جوهر اُهو ماڻهو واقف آهي، جنهن کي تاريخ سان دلچسپي آهي. هن ناميار ي مؤرخ ۽ تاريخ نويس جي ڪتابن کي سنڌ ۾ هڪڙو ماڻهو آهي، جيڪو صحيفن وانگر سمجهندو آهي، ۽ اهو آهي سنڌ جي سماجي ڪيتر ۾ خدمتون سر انجام ڏيندڙ سنڌ جو گهٽگهرو ۽ بي لوث قومي ڪارڪن ۽ اقتصاديات جو ماهر پرفيسر اعجاز قريشي.

پروفيسر اعجاز قريشيءَ بابت جيڪڏهن ايترو چئجي ته هو سنڌ جو سياسي، سماجي، علمي ۽ ادبي هلچلن ۽ سرگرمين جو Mobilizer رهيو آهي ته اهو وڌاءُ نه ٿيندو.

استاد بخاريءَ جي هڪ شعر جي وراڻي آهي ته "منهنجو نالو لکو" ۽ استاد بخاريءَ جي پاڙي ۾ رهندڙ سنڌ جي تاريخي ڪردار علي احمد قريشي وڪيل جو فرزند اعجاز قريشي انهيءَ شعر جو زنده مثال آهي.

هوُ سنڌ جي بهتريءَ لاءِ زبانن مان نڪرندڙ لفظن کان وٺي سنڌ جي فائدي لاءِ ڪجندڙ وکن ۾ پاڻ کي شريڪ رکندو آهي ۽ ان جنون جي ڪارڻ ئي هوُ پاڻ کي هميشہ Made for Sindh سمجهندو آهي. اهو ئي سبب آهي جو ڪيترا ئي ماڻهو هن سان سڙندا آهن، جو اهي پنهنجي روايتي طريقي موجب ٺوٺ گوڏو هٽي ٻين کي پوئتي رکي اڳتي وڌي ويندا آهن پر هتي ائين نه ٿا ڪري سگهن جو، اعجاز قريشيءَ جو هر وقت تحرڪ ۾ رهڻ، انهن کي اهڙو موقعو ئي مهيا نه ٿو ڪري.

هن تاريخ جي ڪتاب جيڪو ڊاڪٽر مبارڪ عليءَ جو لکيل آهي، جو ترجمو ڪرڻ پڻ ان ڳالهہ جي ثابتي آهي. ۽ نہ رڳو ايترو پر اعجاز قريشي سنڌ لاءِ جيترو لکيو پڑهيو آهي، ان ۾ جيڪڏهن اعجاز قريشيءَ جي ڇپيل مقالن، ڪتابن ۽ تحقيقي مضمونن جو ذڪر نہ بہ ڪيون تہ "اچو تہ نئين سنڌ جي تعمير ڪريون" کان وٺي باباءِ سنڌ حيدر بخش جتوئي جي ڪتاب، Statement of Accused جو سنڌيءَ ۾ ترجمو "ملزم جو بيان" تائين سمورو تحريري سفر پڻ اعجاز قريشيءَ جي متحرڪ هجڻ ۽ مٽيءَ سان محبت رکڻ جي گواهي ڏئي ٿو.

2 مارچ 2001ع تي سنڌ ميوزم حيدرآباد جي ممتاز مرزا آڊيٽوريم ۾ مهان ڪوي شيخ اياز جي سالگرهہ جي موقعي تي اعجاز قريشيءَ سنڌ جي عظيم شاعر کي خراج عقيدت (Tribute) پيش ڪندي مقالو پڑهيو هو، ان مان هڪ اقتباس پيش ڪرڻ چاهيان ٿو.

" اياز جو قبيلو، هر انسان سان، هر ساهواري سان، هر وڻ سان، هر تاري سان پاڻ کي هڪ سمجهي ٿو. اهڙا انسان سمجهن ٿا تہ ڪائنات جون سڀئي شيون هڪ آهن ۽ سموريون شيون هڪ عظيم جدوجهد ۾ رڌل آهن. اها جاکوڙ ۽ جدوجهد ڪهڙي آهي؟ انهيءَ جدوجهد بابت شيخ اياز جو تصور هو تہ "اها جدوجهد مادي کي روح ۾ بدلائڻ لاءِ جدوجهد آهي، آواز کي آلاپ ۾ بدلائڻ جي جدوجهد آهي، رنگ کي تصوير ۾ بدلائڻ جي جدوجهد آهي، پٿر کي مجسمي ۾ بدلائڻ جي جدوجهد آهي، ٻوليءَ کي شاعريءَ ۾ بدلائڻ جي جدوجهد آهي ۽ انساني زندگيءَ کي هر ڏک کان، هر ظلم کان، هر جبر کان نجات ڏيارڻ جي جدوجهد آهي. ها، اجان بہ ان ۾ اضافو ڪري چئجي تہ نياءَ پرئي نئين اتهاس لکڻ جي جدوجهد ۾ هيءَ ڪائنات هر وقت مصروف آهي ۽ برسر پيڪار آهي. انهيءَ سڄيءَ ماڻداڻ ۾ جيڪا شيءِ هر آهنگي پيدا ڪري

ٿي، اها آهي سونهن! سونهن جيڪا ازل جي آڳ آهي، جنهن کي اُجهامڻو ئي ناهي، اها پيڙائي ۽ ڪان ونئي اياز تائين لڳاتار ۽ متواتر هڪ سفر ڪري رهي آهي، اها آڳ ڪڏهن بيت وانگر چڻنگ جو چمڪو ڏيندي آهي تہ ڪڏهن نظم وانگر ڪو وڏو شعلو بڻجي اُپ ڪي ڇهڻ جي ڪوشش ڪندي آهي.

تنهنڪري شاعري، جيڪا سيني علمن جي ماءُ آهي جي دائمي رفعت کي جيستائين اسان جيءَ ۾ جذب نہ ڪنداسين ۽ ڪن نٿلهين اجاين ڳالهين کي پنهنجو اتهاسڪ هجڻ جو ڪارڻ سمجهنداسين تہ اسان جا نصابي ڪتاب رزميہ شعرن سان ڀريل هوندا، ڪي جنگ نامہ هوندا، ٻيو ڪجهہ بہ نہ هوندا، ڇو تہ شاعر قومن جو ورثو هوندا آهن ۽ قومن جي تاريخ هوندا آهن. هومر ڪانسواءِ يونان جي تاريخ اڻ پوري آهي، ورجل ڪانسواءِ اٽليءَ کي سڄاڻي نہ سگهبو، شيڪسپيئر کي ڪڍي ڇڏيو تہ راڻي ايلزبيٿ جو دؤر رڳو جنگين جي بي معنيٰ ڪٿا رهجي ويندو. فردوسي نہ هجي ها تہ فقط سائرس جو دؤر فارس لاءِ ايڏو فخر جوڳو نہ ٿو ٿئي. تاريخ رڳو يورش ۽ يلغارون ناهن، فقط ڪوريل ڪنڌ ناهي، تاريخ نيزي جي انيءَ ۾ ٽنگيل منڊيون ناهي، رڳو جنگ جي ميدان ۾ رت ۾ ريٽيل لاش ناهي، صرف ملڪن مٿان والار، توسيع ۽ زمين تي قبضي، ڪاهہ، حملن ۽ حڪمرانن جي هوس گيري ناهي، تاريخ رڳو شاهي درٻارون، ننگيون تراورن، خطاب ۽ القاب، وظيفا، بخششون، عطائون، ثنا خوانيون، مجرا گهنگهرو ۽ ڇيرن جي ڇمڪار ناهي. تاريخ پيڙائيءَ جي طنبوري جو الستي آواز آهي، تاريخ مائيڪل اينجلو جو سسٽائين چئپل آهي. سچي ۽ اصلي تاريخ شاعر آهي، فنڪار آهي، موسيقار آهي، معمار آهي.... اليڊ ۽ آڊيسي آهي. موزارٽ ۽ شوپنهار آهي. تاريخ ٽيڪسيلا، هڙاپا، موهن جو دڙو، اجنتا، الورا ۽ تاج محل

آهي. تاريخ ڪراڙ ڏند جو ڪپر آهي. ها، تاريخ، ڪراڙ ڏنديجو اهو سياڳو ڪپر آهي، جتي پٺائي جي پٽڻ ۾ اياز آرام ٿو ڪري...

مٿئين اقتباس مان مُنهنجي محسن استاد پروفيسر اعجاز قريشيءَ جي تاريخ بابت خيالن جي ڇاڻ ملي ٿي. آئون جڏهن هن جي تاريخ سان دلچسپي ۽ ڊاڪٽر مبارڪ علي سان محبت ڏسندو هئس ته حيران ٿيندو هئس ته تاريخ ته اعجاز قريشيءَ جو موضوع ئي ڪونهي! پر ڪجهه وقت گذرڻ سان مون کي خبر پئي ته نه رڳو تاريخ، پر سماجيات، سياسيات، زراعت، نيڪال، آبپاشي، انساني حقن لاءِ جدوجهد، تحقيق، کوجنا ۽ عملي طرح ماڻهن ۾ مختلف اشوز تي سجاڳي پيدا ڪرڻ لاءِ فيلڊ ۾ وڃڻ ۽ پنهنجي سگهه ۽ ذريعن ۽ ڪنهن حد تائين ته ان کان وڌيڪ گهڻي ڪم ڪرڻ جي پٺيان سنڌ جي خوشحاليءَ وارو خواب آهي، جنهن کي هن جوانيءَ ۾ پنهنجي اکين ۾ پوکيو هو ۽ اڄ جوين جي غيرمحسوس فرار وقت به هن جي وشال، ڳنڀير ۽ سوچيندڙ اکين جي ماڻڪين ۾ اٽڪيل آهن.

سنڌ جون حالتون ڪيڏيون نه ڏکوئيندڙ ۽ مايوس ڪندڙ آهن، پر پوءِ به اعجاز قريشي پراميد آهي ۽ هو سنڌ لاءِ وڙڪندو رهي ٿو. ڏاهن ۽ حساس ذهنن کان جن ۾ محترم محمد ابراهيم جويو کان وٺي يوسف لغاريءَ تائين، ڊاڪٽر سليمان شيخ کان وٺي ڄام ساقيءَ تائين سنڌ جي علمي، ادبي، سماجي توڙي سياسي ڏاهن ۽ اڪابرن کان اعجاز قريشيءَ بابت پڇندؤ ته هو جيڪڏهن بلڪل اختصار سان به ته اهو ايترو ضرور ٻڌائيندا ته:

"اعجاز قريشي هلچلن ۽ سرگرمين جو Binding Factor آهي. اعجاز قريشي ڪونئر آهي ڳنڍي ٿو. اعجاز قريشي سئي آهي جو سبي ٿو.

اعجاز قريشي (Rivit) روٹ آهي، جيڪو جوڙي ٿو .اعجاز قريشي "ڇنڻ ته مور سکيو ئي نه آهي".

ذاتي طور آئون هن وقت اعجاز قريشيءَ سان گڏ ڪم ڪندو آهيان، تنهن ڪري هن مرحلي تي جيڪڏهن سندس مختلف ڪيترن ئي ڪيل خدمتن جو ذڪر دل سان به ڪندس ته ڊپ اٿم ان کي مجتا نه پر خوشامد سمجهيو ويندو ۽ آئون سمجهان ٿو ته اڳتي هلي جڏهن به اهڙي تهمت لڳڻ کان بچڻ واري حد ۾ داخل ٿيندس ته پنهنجي شفيق ۽ مربي دوست تي هڪ عدد ڪتاب ضرور لکندس.

جيستائين ترجمي جو سوال آهي ته ادب جي ٻين شعبن تخليق، تحقيق ۽ تنقيد وانگر ترجمو پڻ باقاعدي محنت طلب ڪم آهي. اعجاز قريشي جيتوڻيڪ ايڪڙ ٻيڪڙ ترجما ڪيا آهن، جن ۾ انگريزي توڙي اردو ٻولين مان ڪيل ڪجهه شيون شايع پڻ ٿيون آهن، جيڪي معياري ترجمن ۾ شمار ڪري سگهجن ٿيون. هونئن اعجاز قريشي هڪ پيشه ور ليکڪ يا مترجم ڪونهي، پر پوءِ به هن جا ڪيل ترجما پڙهڻ کانپوءِ محسوس ٿيندو آهي ته ترجمو نه پر ڇڻ طبع زاد تحرير لکي وئي آهي، ان جي گواهي ڊاڪٽر اختر حميد خان جي انگريزيءَ ۾ لکيل آتم ڪٿا جو سنڌي ۾ ڪيل ترجمو ڏيندو، جيڪو "ڪوميلا کان اورنگي" جي نالي سان "آج" رسالي جو ايڊيٽر اجمل ڪمال ڇپائي رهيو آهي. ان کان علاوه هي ڪتاب جيڪو اوهان جي هٿن ۾ آهي، جيتوڻيڪ ان جي ترجمي جو معيار ڊاڪٽر اختر حميد خان جي آتم ڪٿا واري ترجمي جي ڀيٽ ۾ اعليٰ پائي جو ڪونهي، پر پوءِ به اهڙو ترجمو آهي جو پڙهندڙن کي ان ۾ رواني، شستگي ۽ سلاست سان گڏ سادگي نظر ايندي. دراصل ڊاڪٽر اختر حميد خان جي آتم ڪهاڻي انگريزيءَ ۾ آهي، جڏهن ته زير نظر ڪتاب اردوءَ مان ترجمو ٿيو آهي ۽ اعجاز قريشيءَ جي اردوءَ کان

انگريزي تمام گهڻي بهتر آهي، جنهن ۾ هن جو ابلاغ پڻ وڌيڪ موثر رهندو آهي ۽ اهو ئي سبب آهي جو جڏهن پڙهندڙ ٻنهي ڇاپايل ترجمن جي ڀيٽ ڪندا تہ ڪين هن اردوءَ مان ڪيل ترجمي جي ڀيٽ ۾ انگريزيءَ مان ڪيل ترجمو وڌيڪ مزو ڏيندو.

ان ۾ ڪا ٻي راءِ ڪونهي تہ سنڌي ادب ڪي جتي طبع زاد لکڻين شاهوڪار ڪيو آهي، اتي ترجمي پڻ ٻوليءَ ۽ ادب جي دامن کي ڪشادگي بخشي آهي. ها، باقي ايترو آهي تہ تحقيق ۽ تنقيد ۾ پاڻ وٽ گهڻو ڪم ڪو نہ ٿيو آهي. هڪ Misperception اها رهي آهي تہ ڪجهہ اديب دوستن طرفان Compilation ڪي تحقيق جي زمري ۾ شمار ڪيو ويو آهي، جنهن جو حل هيءَ آهي تہ ادب سان لاڳاپيل ذرين ۽ فردن ڪي تحقيق بلڪہ خالص تحقيق بابت ۽ تحقيق جي طريقن Research Methodologies جي تربيت جا انتظام ڪرڻ گهرجن.

بلا شڪ تہ ترجمو ڪرڻ وقت بہ ليکڪ هڪ تخليقي ڪرب مان گذرندو آهي ۽ اها پيڙا ئي ڪنهن ترجمي ۾ رس ۽ رچاءُ پيدا ڪندي آهي. سڀ کان اهم ڳالهہ اها آهي تہ آخر ڪو ليکڪ يا صاحب قلم، ڪنهن ڪتاب کي ترجمي لاءِ منتخب ڇو ٿو ڪري؟ تہ ان جو سڌو سنئون ۽ دستياب جواب اهو آهي تہ ان ڪتاب جي پسنديدگي ئي ترجمي جهڙو ڏکي پورهئي ڪرائڻ تي مجبور ڪري ٿي. ياد رهي تہ تاريخ سان دلچسپي تڏهن پيدا ٿيندي آهي، جڏهن سڌيءَ يا اڻ سڌيءَ طرح ڪوجنا جو شوق پيدا ٿيندو آهي تہ: مان ڪير آهيان، ڇو آهيان ۽ منهنجو مقصد ڪهڙو آهي؟

اهي سوال جز مان ڪل ڏانهن وٺي ويندا آهن ۽ پوءِ وحدت مان ڪثرت جو سفر شروع ٿيندو آهي ۽ Circle پوري ڪري وحدت تي اچي دنگ ڪندو آهي. ڊاڪٽر مبارڪ ۽ پروفيسر اعجاز انهن ماڻهن منجهان

آهن، جن پاڻ کي دليلن سان Equiped ڪرڻ لاءِ تاريخ سان لنئون لڳايو آهي ۽ تاريخ کي پڻ ضرورت هئي تہ ان کي تحرير ڪرڻ وارا عرب شاعريءَ جي صنف "هجو" تي طبع آزمائي ڪندڙ نہ هجن ۽ ڪوجنادان هجن.

تاريخ کي اڄ بہ گهرج آهي تہ کي اهڙا هٿ ملن، جن کي "حڪايت خونچڪان" دوران قلم ٽيڻ جو هنر ايندو هجي. ڪاش اهي هٿ گهڻا هجن، انهن ٿورڙن هٿن ۾ هڪڙو هٿ اعجاز قريشيءَ جو بہ آهي، جيڪو هٿ ماضيءَ جي تاريخ سان گڏ حال جي نبض تي پڻ رکيل آهي ۽ مستقبل جنهن جي اڳڪٿي ڪرڻ ڏکيو ڪم آهي، پر اهڙن ماڻهن کي Preserve ڪندو آهي، جيڪي اعجاز قريشيءَ جهڙا هوندا آهن ۽ جيڪي ڊاڪٽر مبارڪ علي جي زبان ۾ ٽجندا آهن ۽ تاريخ ڳالهائيندا آهن. تاريخ، جيڪا گهايل ڌرتيءَ جي چيخ آهي ۽ زندگيءَ کي پڪاري ٿي.

**طارق قريشي**
14- اپريل 2001ع
حيدرآباد، سنڌ

# پنهنجي پاران

زندگي ڏاڍي مختصر آهي ۽ سنڌ کي تمام گهڻي خدمت جي ضرورت آهي. سنڌ جي خدمت منهنجي زندگيءَ جو اعليٰ ترين آدرش آهي.

آئون ڳالهائيندو آهيان، جو آئون حضرت علي عليہ السلام جي شخصيت جو مداح آهيان، سندن دانش ۽ حڪمت ڀريا قول زندگيءَ کي رهنمائي بخشيندا آهن. سندن فرمان آهي تہ "توهان ڳالهايو تہ توهان سڃاتا وڃو" اهو فرمان هنيانءَ سان هنڊايو اٿم. پر ساڳي وقت مان سندس ٻئي فرمان موجب گهڻ ڳالهائڻ کي دانائي پڻ سمجهندو آهيان، جيڪي ماڻهو گهڻو ڳالهائيندا آهن، اهي گهٽ ڪم ڪندا آهن ۽ جيڪڏهن گهڻو ڪم ڪندا بہ آهن تہ اهو غيرمعياري هوندو آهي.

ان ڪري مان ڳالهائڻ ۽ ڪم ڪرڻ ۾ توازن رکندو آهيان مون وٽ لکڻ پڙهڻ جي حوالي سان ڪم تمام گهڻو آهي. منهنجون پنهنجون ترجيحون آهن. منهنجون ترجيحون ڏاڍيون ساديون آهن. يعني سنڌ جي فائدي ۾ جيڪو سمجهہ ۾ ايندو اٿم، اهو بي ڌڙڪ ڪندو آهيان.

ڊاڪٽر مبارڪ علي منهنجو ڪليگ رهيو آهي ۽ منهنجو دوست آهي، آئون سندس ڪم جو معترف آهيان. هيءُ اهو تاريخ نويس آهي، جنهن تاريخ کي عام ماڻهوءَ جي تاريخ بڻايو آهي. جيتوڻيڪ تاريخ تي روشن خياليءَ ۽ روشن ضميريءَ سان نظر ڊوڙائيندڙ مؤرخ ڪي اهڙا بہ گذريا آهن، جيڪي ڊاڪٽر مبارڪ عليءَ جا بہ پيشرو هئا، پر حقيقت اها آهي تہ ڊاڪٽر مبارڪ علي ئي پهريون تاريخ نويس آهي، جنهن ماضيءَ کي ماڻهن سان، عام ماڻهن سان، معمارن سان، مزدورن

سان، پورهيتن سان، شاعرن سان، فنڪارن سان، قلمڪارن سان ۽ مصلوبن سان منسوب ڪيو. هن وٽ تاريخ درٻار ۾ بجا تيندڙ "ڪورنش" تائين محدود نه هئي، پر هن وٽ تاريخ جمهوريت جي بحاليءَ لاءِ تحريڪ جي ڪنهن جلوس ۾ لنبازيءَ دؤران متو ڦاڙائيندڙ عام مزدور پيشه ماڻهو هئي.

ڊاڪٽر مبارڪ عليِ شخصي طور تي به اهڙو ئي آهي، جهڙو هو پنهنجي شعبي ۾ باڪمال آهي. هن اسان کي اهو سيڪاريو آهي ته اي تاريخ جا طالب علمو! تاريخ جي معنيٰ حقيقتون گڏ ڪرڻ آهي، انهن کي ڇنڊي ڇاڻي صاف ڪيو ۽ انهن تي پنهنجي ماضيءَ جو بنياد رکي، حال کي تقابلي جائزي ۾ آڻيو ۽ پوءِ پنهنجي آئيندي جي اڏاوت ڪيو.

جيتوڻيڪ ڪڏهن ڪڏهن انڪساري Back Fire ڪندي آهي، پر پوءِ به مان ائين چوندس ته هيءَ نماڻي ڪوشش آهي، جنهن جو فقط ۽ فقط اهو مقصد آهي ته سنڌ جي ماڻهن ۾ تاريخ شناسي وڌي. تاريخ ئي جاگرافيائون ڊاهيندي ۽ ٺاهيندي آهي. تاريخ ئي سماجن جي شڪل بگاڙيندي آهي ۽ انهن کي نوان نيڻ نقشا پڻ عطا ڪندي آهي. ان تاريخ کي سمجهڻ لاءِ ڊاڪٽر مبارڪ عليءَ جيڪو ڪم ڪيو آهي، اهو تمام گهڻي خراج عقيدت جي قابل آهي.

ڊاڪٽر مبارڪ عليءَ جو تمام وڏو Contribution آهي، جنهن لاءِ اسان سنڌس ٿورائتا آهيون، جو هن اسان لاءِ هن مضمون سان ويجهڙائيءَ وارو ڳانڍاپو ڳنڍيو آهي. ڊاڪٽر مبارڪ عليءَ جو ان کان وڏيڪ کهڙو ڪارنامو ڇئجي جُو هن تاريخ بابت فڪري مغالطن جو خاتمو آڻڻ لاءِ تاريخ پڙهڻ بدران پاڻ کي تاريخ ۾ ضم ڪيو آهي.

"تاريخ پنهنجو پاڻ ڪي ورجائيندي آهي"، جهڙي فڪري مغالطي ڪي عملي طرح ڊاڪٽر مبارڪ عليءَ ٺي ختم ڪيو آهي ۽ "تاريخ انصاف ڪندي آهي" جهڙي Ill- Perception ڪي پڻ هن ٺي روڪيو آهي. اهي علمي ڪارناما آهن، جن تاريخ جي طالب علمن مان ڪيترين ٺي بدعتن جي پاڙ پٽي آهي.

آئون سنڌ جو ننڍڙو ڪارڪن، سنڌ ڪي Visioned ڏسڻ گهران ٿو ۽ مان چاهيان ٿو تہ تاريخ ڏانهن اسان جو رويو حقيقت پسنداڻو ٿئي. جيڪڏهن ان ڪم ۾ مان هڪ سيڪڙو بہ ڪامياب وڃان ٿو تہ پڪ سان منهنجو تحريري پورهيو سڦل ٿيندو.

آئون تاريخ سان دلچسپي رکڻ ۽ ان ڏس ۾ مطالعو ڪرڻ ۽ لکڻ لاءِ هميشہ پنهنجي پيٽوڀي پروفيسر ڊاڪٽر منير احمد قريشيءَ طرفان همٿايو ويو آهيان. هو ان ڏس ۾ منهنجي رهنمائي ڪندو رهيو آهي. آئون سندس دل جي گهراين سان شڪر گذار آهيان. هن ڪتاب جي ڪمپوزنگ ۾ نوجوان دوست محمد علي شاهاڻي ۽ اشفاق احمد قريشيءَ خصوصي دلچسپي ورتي. نصرالله ٿهيم، وحيد قادر ميمڻ، رياض احمد آگرو، امام علي ڏيٿو ۽ طارق قريشيءَ جو بہ ٿورائتو آهيان، جن منهنجو هٿ ونڊايو ۽ پروف ڏسڻ ۾ سهڪار ڪيو.

هن سڄي ڪم ۾ مان پنهنجي خاموش ڪارڪن ساٿي سڪينو ابڙو ڪي وسارڻ نہ ٿو گهران، جيڪو منهنجي ڪتابن ۽ ڪاڳرن ڪي پنهنجي ڏوڪڙن ڪان وڌيڪ سنڀالي رکندو آهي. ان ڪانسواءِ ڪجهہ دوست اهڙا آهن، جيڪي منهنجي همٿ افزائي ڪندا آهن، انهن ۾ محمد پريل مشوري، غلام تقي ڪوڪر، گلشن لغاري، علي نواز نظاماڻي، سهيل ڪنڀاڻ ۽ عبدالرشيد مهر شامل آهن. فڪشن هائوس لاهور جي ظهور

احمد خان صاحب هن ڪتاب ڇپائڻ جو سهرو ڪنيو، ان جا پڻ لڪ لائق ۽ قرب مجان ٿو. سڀ ڪان وڏي مهرباني پڙهندڙن جي، آئون پنهنجي پڙهندڙن جا ٿورا مجان ٿو، جن منهنجي هن ترجمي کي پڙهڻ جي عنايت ڪئي.

**پروفيسر اعجاز قريشي**

15- اپريل 2001ع

88- مسلم سوسائٽي حيدرآباد، سنڌ

# تعارف

ڪنهن بہ علائقي ۽ قوم جي سڃاڻپ ان جي تاريخ سان ٿيندي آهي، جيڪڏهن اها تاريخ اڻ مڪمل رهي ٿي تہ ان قوم جي سڃاڻپ بہ ڪمزور ۽ اڻ چٽي ٿئي ٿي ۽ جيڪڏهن اها تاريخ علائقي ۽ قوم جي هر حصي کي پائيدار ڪندي تہ نتيجي ۾ اها قوم پڪن رنگن ۽ توانائيءَ سان اڀري ايندي.

ٿيندو ائين آهي تہ حڪمران طبقو هميشہ ان ڳالهہ جي ڪوشش ڪندو آهي تہ تاريخ ۾ رڳو ان جو ڪردار اڀري تہ جيئن قوم کي ان جي حوالي سان سڃاتو وڃي، جيڪي محڪوم طبقا آهن انهن کي تاريخي ڪردار کان محروم ڪندي، انهن جي ڪردار کي نہ رڳو نظرانداز ڪيو وڃي پر انهن کي وساري پڻ ڇڏيو وڃي، جنهن ڪري اڄ تائين تاريخ تي انهن جي حڪمراني رهي آهي. ان لاءِ تاريخ رڳو عظيم شخصيتن، ماڻهن ۽ خاندانن جي تاريخ هئي، پر اڄ تاريخ پنهنجو دائرو وسيع ڪري ڇڏيو آهي ۽ هاڻ اها ئي تاريخ انهن وساريل ۽ نظرانداز ٿيل طبقن کي سامهون آڻي رهي آهي، جيڪي ماضيءَ ۾ پنهنجي سڃاڻپ وڃائي چڪا هئا.

ان نقطئہ نظر جي روشنيءَ ۾ جيڪڏهن اسان سنڌ جي تاريخ نويسيءَ جو اڀياس ڪنداسين تہ اسين ان نتيجي تي پهچنداسين تہ سنڌ جي تاريخ اڃان اڻ مڪمل ۽ اڌوري آهي ۽ ان جي ماضيءَ جا دؤر اڃان خالي آهن.

جيستائين انهن سڀني رخن کي اڳيان نہ آندو ويندو ۽ سماج جي مختلف طبقن کي اها تاريخي اهميت نہ ڏني ويندي ۽ ماضيءَ جي سڀني دؤرن ۽ وقتن کي تاريخي حيثيت جيستائين ڪو نہ ملندي، ان وقت تائين سنڌ جي سڃاڻپ بہ اڻ مڪمل رهندي. مثال طور: سنڌ جي تاريخ

تي اڄ تائين جيڪو مواد موجود آهي، اهو رڳو حڪمران طبقي تائين محدود آهي، ان لاءِ تاريخ لکندڙ ان نقطئہ نظر سان تاريخ لکڻ تي مجبور هوندو آهي. ان کان سواءِ سماج جا جيڪي اهم طبقا آهن جن ۾ هاري، مزدور، واپاري، دستڪار، هنرمند ۽ ٻيا مختلف ڪاروباري ۽ واپاري ماڻهو آهن، جن بابت اجان گهڻ ڄاڻ آهي، اهڙيءَ ريت انهن جو تاريخي ڪردار اجان اڳيان اڀري ڪو نہ آيو آهي، تنهن ڪري ضرورت ان ڳالهہ جي آهي تہ سرڪاري دستاويزن کي محفوظ ڪندي انهن جي مدد سان ان سماج جي انهن پاسن تي تحقيق ڪئي وڃي. مثال طور: روينيو، عدليا، پوليس، سي آءِ اي، تعليمي ادارا ۽ اهڙي ريت ٻين شعبن جي دستاويزن جي مدد سان تاريخ جي ڪم کي مڪمل ڪيو وڃي. عدالتي رڪارڊن مان انهن ڪيسن بابت معلوم ٿيندو، جيڪي تاريخ جي مختلف ماڻهن جي وچ ۾ ٿيا هوندا. انهن جي مدد سان سماجي ۽ ثقافتي تاريخ ظهور پذير ٿيندي. ڏوهن ۽ سزائن بابت سماج جي تفصيلي عڪاسي ٿئي ٿي. قانون سماج جي معاشرتي تنظيم بابت ڄاڻ فراهم ڪري ٿو. روينيو جي شعبي ۽ ان جي دستاويزن مان ڍل جي شرح، هاري ۽ زميندار ۽ حڪومت جي وچ ۾ لاڳاپا ۽ معاشي صورت حال جو تجزيو ٿي سگهي ٿو. ڪسٽم جي شعبي جي رڪارڊ مان شين جي برآمد، ٽيڪس ۽ پرڏيهي واپار بابت شاهديون ملن ٿيون. انهن سرڪاري دستاويزن سان گڏوگڏ جيڪڏهن نجي فرمن ۽ ڪمپنين جو رڪارڊ ملي وڃي تہ انهن جي مدد سان واپارين جي سرگرمين ۽ سماج ۾ انهن جي سماجي رتبي تي روشني وجهي سگهجي ٿي.

تنهن ڪري ضرورت ان ڳالهہ جي آهي تہ تاريخ جي مواد لاءِ ادب، قديم آثار، ڪتاب، سڪا، نادر ۽ اڻ ليپ شيون ۽ ٻين اهڙن اسمن جو استعمال ڪيو وڃي. لکت ۾ موجود مواد جي گهٽتائيءَ کي زباني

تاريخ ذريعي پورو ڪري سگهجي ٿو. ان ڏس ۾ تاريخدان، انسانن جي علم (Anthropology) مان مدد حاصل ڪري رهيا آهن. خاص طور تي زباني تاريخ جي مدد سان قبيلائي، ذات، برادري ۽ مخصوص علائقن جي تاريخ ڪان سواءِ موجوده تاريخ کي پڻ مرتب ڪري سگهجي ٿو. ان جي اهميت انهيءَ ڪري آهي تہ زباني تاريخ ماڻهن جي نقطئہ نظر کي سامهون آڻي بيهاريندي آهي، خاص طور تي سنڌ جي تاريخ ۾ ورهاڱي ڪان پوءِ جيڪي تبديليون آيون آهن، انهن کي سمجهڻ تمام گهڻو ضروري آهي، ڇو تہ ان سنڌ جي سماج کي انقلابي طور تي تبديل ڪري ڇڏيو. نسلي ۽ ٻوليءَ جا فساد، معاشي اڻ برابري، مرڪز ۽ صوبن جي وچ ۾ ٽڪراءُ، شهرن جي وڌندڙ آبادي، شهري ۽ ڳوٺاڻي مفادن جي ڪشمڪش، اهو ۽ اهڙي قسم جي ٻين مسئلن کي تاريخي تناظر ۾ ڏسڻ جي ضرورت آهي. ڪهڙو ڪارڻ آهي تہ سنڌي ماڻهو جيڪي مذهبي سهپ، رواداري ۽ عدم تشدد جا حامي هئا، اهي انتهاپسندي ۽ تشدد ڏانهن مائل ٿي رهيا آهن؟ قدر ۽ روايتون هميشہ هڪجهڙيون ڪو نہ رهنديون آهن، انساني رويا ۽ رجحان تبديل ٿيندا رهندا آهن. مفادن سان گڏوگڏ ماڻهن جون عادتون ۽ طور طريقا بدلجي ويندا آهن ۽ انهن تبديلين جو جائزو وٺڻ بيحد ضروري آهي.

حقن جي جنگ ان وقت وڙهي ويندي آهي، جڏهن قومون علم جي دولت سان مالا مال هونديون آهن. انهن کي پنهنجا ڪيس دليلن سان پيش ڪرڻ ايندا هجن، جيڪڏهن علم پختو نہ هوندو ۽ دليلن ۾ سگهہ نہ هوندي تہ ڪيس کٽڻ ممڪن نہ هوندو.

هاڻي سوال اهو آهي تہ سنڌ جي هاڻوڪين تاريخن ۾ حقن جي حاصلات لاءِ اٿندڙ تحريڪون ڇو ڪمزور ٿي ويون. 1956ع ۾ ون يونٽ ڪانپوءِ سنڌ ۾ قومپرستيءَ جي تحريڪ تمام شدت سان اٿي، انهيءَ

تحريڪ کي توانائي ڏيڻ وارا اديب، شاعر ۽ دانشور هئا. انهن ماڻهن ۾ ذهني شعور پيدا ڪيو ۽ ماڻهن ۾ سياست جي آگهي پيدا ٿي، جيئن جيئن علم ۽ شعور جون پاڙون ڪمزور ٿيون، تيئن تيئن اها تحريڪ بہ ڪمزور ٿيندي وئي. سنڌ جي قومپرست هلچل وچولي طبقي ۽ جاگيردارن تائين محدود رهي، انهن ٻنهي طبقن انهيءَ کي پنهنجا مفاد ماڻڻ لاءِ استعمال ڪيو. قومپرست اڳواڻ تحريڪ کي هاري، مزدورن ۽ ٻين پيڙهيل طبقن تائين ڪو نہ وٺي ويا. تنهنڪري هڪڙو وقت اهڙو آيو جو اهي هلچلون تعليمي ادارن تائين محدود ٿي ويون. هاڻي انهن جون سرگرميون رڳو انهن ادارن تي ڪنٽرول قائم رکڻ تائين وڃي بچيون آهن. انهيءَ لاءِ انهن اهڙن هٿ ناٽن کي استعمال ڪيو. جنهن سان انهن جو اثر مضبوط رهي. امتحانن ۾ ڪاپي ڪرڻ، استان کي ڌيچارڻ ۽ داٻا ڏيڻ، يونيورسٽي انتظاميا کان پيتا وصول ڪرڻ ۽ شاگردن کي پنهنجي ڪنٽرول ۾ رکڻ لاءِ انهن کي هاسٽلن جا ڪمرا ڏيارڻ، امتحانن ۾ پاس ڪرائڻ ۽ اهڙي قسم جا ٻيا طريقا استعمال ڪرڻ وغيره. جنهن جو نتيجو اهو نڪتو تہ يونيورسٽيون علم ۽ ادب کان خالي ٿي ويون، فڪر ۽ نظرين جي جاءِ هاڻي تشدد والاري آهي. جڏهن ذهن بدحال ٿي وڃن ۽ انهن ۾ فڪر ۽ ڏاهپ جو ديرو نہ رهي تہ اهڙي ذهن کي ضابطي ۾ رکڻ سولو نہ هوندو آهي. ان جي نتيجي ۾ سنڌ جون قومپرست تنظيمون عوام کان ڇڄنديون ويون ۽ پنهنجي خول ۾ بند ٿي پنهنجون توانايون وڃائي ويٺيون. سنڌ جي انهيءَ الميءَ جي تاريخ لکڻ تمام اشد ضروري آهي، جڏهن سماج ذهني ۽ علمي طرح بدحال ٿي وڃي، تڏهن انهيءَ جي اقتصادي ترقيءَ جا گس بند ٿي ويندا آهن. رڳو ايجيٽيشن، نعرا ۽ مظلوميت جي هاءِ گهوڙا عزت ۽ وقار بحال ڪرڻ ۾ ناڪام ٿي ويندي آهي.

هن موجوده نئين صورتحال ۾ جڏهن تہ اهو سوال ڪيو وڃي تہ سنڌ جي تاريخ ڪير لکندو؟ ڇاڪاڻ تہ سنڌ جا تعليمي ادارا ۽ ڪوجنا

گهر علمي طور بدحاليءَ جي حالت ۾ آهن. انهن ادارن نئين نسل جي پڙهيل لکيل ماڻهن جي تحقيق جي فن ۾ ڪا به تربيت ڪانہ ڪئي. اهو ئي ڪارڻ آهي تہ جيستائين نگاهہ وڃي ٿي، تيستائين اهڙا محقق ۽ عالم نظر نٿا اچن، جيڪي اهو ڪم سرانجام ڏين. اهڙي صورتحال ۾ ضرورت ان ڳالهہ جي آهي تہ سرڪاري ادارن جي جاءِ تي اهڙا تحقيقي ادارا قائم ڪيا وڃن، جتي محققن جي تربيت ٿئي ۽ تاريخ ڪي نئين سر لکڻ لاءِ جامع رٿا بہ هجي. جيڪڏهن سنڌي سماج ۾ سڃاڻ ۽ سڃاڻپ جو جذبو موجود آهي تہ پوءِ اهو ممڪن آهي، نہ تہ سماج ذهني طور تي وڏيڪ پنتي پئجي ويندو.

# سنڌ جي تاريخ ڪيئن لکجي؟

عام طور تي تاريخ کي هڪ بينل ۽ اٽل علم سمجهيو ويندو آهي، جيڪو ڪڏهن به تبديل نٿو ٿئي ۽ جنهن ۾ ڪا به قيرقار ڪا نه ٿي ٿئي. اها ڳالهه برحق آهي ته تاريخ ۾ جيڪي واقعا ٿي چڪا آهن، اهي تبديل نه ٿا ٿي سگهن، پر تاريخ کي سمجهڻ ۽ سمجهائڻ جو انداز لڳاتار بدلجندو رهي ٿو. واقعا ته اهي ئي رهن ٿا، پر انهن واقعن کي هر نسل بدلجندڙ روايتن، قدرن ۽ نظرين جي روشنيءَ ۾ ڏسڻ چاهي ٿو. انهيءَ لاءِ هر دؤر ۾ تاريخ کي انهيءَ دؤر جي ضرورت پٽاندر لکڻ گهرجي. واقعن کي نئين معنيٰ ۽ نئين وضاحت ڏبي رهجي ته جيئن ان جي روشنيءَ ۾ ماضيءَ کي سمجهي سگهجي، ڇاڪاڻ ته تاريخ جو علم ئي اهو وسيلو آهي، جنهن مان سماج تاريخي شعور حاصل ڪري ٿو.

رڳو ائين نه آهي ته هر دؤر جو مفهوم ۽ مطلب جدا ٿئي ٿو، پر هر دؤر ۾ هڪ ئي وقت تاريخ نويسيءَ ۾ مختلف نقطئہ نظر به پيدا ٿين ٿا. مثال طور: حاڪم طبقو پنهنجي نقطئہ نظر سان تاريخ لکائي ٿو ته جيئن سندس حاڪميت جا بنياد مضبوط ٿين، ان جي مقابلي ۾ عوام دوست طبقا عوامي نقطئہ نظر سان تاريخ لکن ٿا ته جيئن عوام ۾ تاريخي شعور پيدا ٿئي ۽ اهي انهيءَ جي روشنيءَ ۾ جدوجهد ڪري سگهن.

تاريخ کي ڪنهن به انداز سان لکيو وڃي، کهڙي به نقطئہ نظر سان ان جي وضاحت ڪئي وڃي، ضرورت انهيءَ ڳالهه جي آهي ته تاريخي حقيقتن کي بگاڙي برباد نه ڪجي، پر انهن کي معروضي انداز ۾ Objectively ڏسڻ ۽ پرکڻ کپي. ڇاڪاڻ ته خاص ڪري اڄ جي دؤر ۾، نه ڳالهين کي لڪائي سگهجي ٿو، نه انهن کي ختم ڪري سگهجي ٿو. هن وقت پوريءَ دنيا پاڻ ۾ ڳنڍي پئي آهي ۽ جيڪڏهن اسين هڪ واقعي کي لڪائينداسين ته ٻيا ان کي لکي دنيا اڳيان آڻيندا ۽ ان جو هڪ

ناڪاري اثر اهو ٿيندو تہ اسان جو نسل اسان جي مؤرخن کان ۽ تاريخ نويسن کان بدظن ٿي پوندو ۽ ڪافي حالتن ۾، واقعي ائين ٿيو بہ آهي.

بدقسمتيءَ سان اسان جي ملڪ ۾ اهڙا مؤرخ تمام گهٽ آهن، جيڪي معروضي ۽ عوامي نقطئہ نظر سان تاريخ جي وضاحت ڪندا هجن. گهڻا تہ اهڙا بہ آهن، جيڪي پنهنجن مفادن ۽ حاڪم طبقي جي خوشيءَ لاءِ تاريخ لکن ٿا ۽ تاريخي واقعن کي بگاڙڻ ۾ اڳيرا رهن ٿا.

جيڪڏهن اسان پنهنجي تاريخي سرمايي تي نظر وجهنداسين، جيڪو اسان کي ورثي ۾ مليو آهي تہ اسان کي بي انتها مايوسي ٿيندي. هندستان ۾ اسلامي حڪومت جي دؤر جون جيڪي تاريخون اسان وٽ موجود آهن، اهي انهن ماڻهن جون لکيل آهن، جيڪي درباري مؤرخ هئا ۽ ملازمن جي حيثيت ۾ پنهنجي آقائن جي تعريف ۾ انهن اهي تاريخون جوڙيون. انهيءَ ڪري اهي تاريخون بادشاهن ۽ اميرن جي ڪارنامن تي ٻڌل قصا ٿي آهن. ان قسم جون تاريخون هڪ مخصوص قسم جي منصوبي يا نموني تي لکيون وينديون هيون. مثال طور هر نئين دؤر جي شروعات بادشاهہ جي تخت نشينيءَ سان ٿئي ٿي. ان کانپوءِ بادشاهہ جي تخت نشينيءَ ۾ رنڊڪون، گهرو ويڙهون، سازشون، تخت جي دعويدارن جو قتل، ان کانپوءِ بادشاهہ جي دؤر ۾ ٿيندڙ واقعا، جن ۾ سڀ کان وڌيڪ اهميت جنگين کي هوندي هئي، پوءِ انهن جنگين جا تفصيل، اميرن جي بهادريءَ ۽ شجاعت جا واقعا، فتحن جو ذڪر، بادشاهن جي وزيرن، اميرن، عهديدارن ۽ منصب دارن جي خدمتن جو ذڪر، جيڪي هنن پنهنجن بادشاهن لاءِ سرانجام ڏنيون، ان کانپوءِ بادشاهہ جي شخصيت کي چمڪائڻ لاءِ سڌارن جو ذڪر، جن ۾ خاص طور تي سندن عمارتن جي اڏاوت جي ڪمن جو ذڪر هوندو هو، جيئن مسافرخانا، پليون، باغ، محل ۽ رستا وغيره. هيءَ هڪ نمونو هو، جنهن تي هر دؤر

جي تاريخ لکي ڇڏي وئي. انهن تاريخن کي گهڻو ڪري بادشاهن جي نالي ئي منسوب ڪيو ويو. مثال طور: ”طبقات اڪبري“ ، ”اڪبرنامہ“ ، ”تذڪرت الامرا“ وغيره. انهن تاريخن ۾ ڪٿي بہ عوام جو ذڪر ڪو نہ ٿو اچي، نہ انهن جي ثقافت ۽ ٻين سرگرمين ۽ نہ انهن جي رسمن رواجن جي باري ۾ خبر چار ملي ٿي. انهيءَ ڪري اسان جو اهو تاريخي ورثو اسان جي ماضيءَ جي سماج جي ڪا مڪمل تاريخ پيش ڪو نہ ٿو ڪري.

دراصل اهڙين تاريخن اسان جي سماج ۾ جمهوري قدرن جي واڌ ويجهہ کي روڪڻ ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيو آهي، ڇاڪاڻ تہ انهن ۾ بادشاهن ۽ اميرن جا قصا آهن، انهن جي ئي ثقافت ۽ ڪلچر جون جهلڪيون آهن، انهن جي ئي درٻارن جا نٽ نانگر ۽ انهن جي ئي جلوسن جا تفصيل آهن، انهن جي ئي فياضيءَ ۽ سخاوت جا داستان آهن ۽ انهن جي ئي بهادريءَ ۽ شجاعت جون ڳالهيون آهن ۽ ان سبب عوام ۾ رڳو شاهاڻو دٻدٻو ۽ عظمتن جا تصور ئي پيدا ٿيندا ۽ زور وٺندا رهيا. سماج ۾ طبقاتي ورهاڱي ۽ هڪ طبقي جي برتري ۽ وڏائي ماڻهن جي ذهنن ۾ ويهندي رهي ۽ نتيجي طور خود پنهنجي لاءِ عوام ۾ احساس ڪمتري ئي پيدا ٿيندي رهي ۽ هو ان سماجي ورهاڱي کي دليءَ طرح سان قبول ڪندي، صبر ۽ شڪر جي ڪيفيت ۾ خاموش ويٺا رهيا. ان تاريخي ورثي جا اثر اڄان تائين اسان جي سماج ۾ هلندا اچن ٿا ۽ اسان اڄان تائين ان کان مرعوب ٿيندا آهيون ۽ اسان جون اکيون اڄان تائين شان ۽ شوڪت، دٻدٻي ۽ دولت جي اظهار ڪرڻ وقت خوشيءَ ۽ فخر سان پرنور هونديون آهن. شاهاڻا نٽ اسان لاءِ فخر جو باعث آهن ۽ انهيءَ ڪري اڄ تائين اهي ئي طبقا عظمت لائق سمجهيا وڃن ٿا. جيڪي دولتمند آهن ۽ جن جي رهڻي ڪهڻيءَ ۾ شاهاڻو انداز زور شور سان نظر اچي ٿو.

بدقسمتيءَ سان اهڙيون تمام گهڻ ڪوششون ڪيون ويون آهن، جيڪي اسان کي ماضيءَ جي انهيءَ "تاريخي ورثي" جي اونداهيءَ مان ڪڍي سماج کي پنهنجي ارتقائي تاريخ جو صاف ۽ صحيح شعور ڏين.

هندستان ۾ برطانوي حڪومت جي قيام اسان جي سياسي، سماجي، معاشرتي ۽ اقتصادي زندگيءَ تي گهرا اثر ڇڏيا. ڇو تہ برطانوي حڪومت جي اچڻ سان مغل شهنشاهيت ختم ٿي ۽ ان سان گڏوگڏ اهي سڀ ادارا، جن جو واسطو شهنشاهيت سان هو، ختم ٿي ويا. آهستي آهستي مغربي تعليم هڪ اهڙي نسل کي تيار ڪيو، جيڪو جديد خيالن ۽ نظرين کان متاثر ٿيو ۽ هندستان جي تاريخ نويسي بہ انهن نئين حالتن کان متاثر ٿي.

برطانوي دؤر ۾ انگريز مؤرخن قديم هندستان جي تاريخ تي تحقيقي ڪم شروع ڪيو، انهن وٽ ان تحقيق جا بہ مقصد هئا. پهريون، تاريخ ذريعي هندستان جي حڪومتي نظامن ۽ انتظامي ادارن بابت تحقيق ڪئي وڃي، تہ جيئن ان جي روشنيءَ ۾ جديد برطانوي حڪومتي نظام قائم ڪيو وڃي. ٻيو، هندستان جي ماضيءَ جي شان کي گهٽائي پيش ڪجي، تہ جيئن برطانوي سامراج لاءِ اخلاقي طور تي پير ڄمائڻ جو ڪم سولو ٿي سگهي ۽ هندستان جي عوام کي پڻ اهڙو احساس ڏيارجي تہ ان وقت تائين مٿن نااهل ۽ ظالم حاڪمن ئي حڪومت ڪئي هئي، جن کان برطانوي حڪومت کين نجات ڏياري هئي، ان قسم جي تاريخ ۽ تحقيق جي انگريز حڪمرانن ۽ ۽ آفيسرن کي ضرورت بہ هئي تہ جيئن هندستان جي ماڻهن تي سندن برتري قائم ٿئي ۽ هو هڪ خاص پروگرام ۽ مقصد تحت هندستان تي حڪومت ڪري سگهن.

برطانوي مؤرخن جي انهي نقطئہ نظر جي ابتڙ هندستاني مؤرخن جو نئون نسل جيڪو مغربي تعليم ۽ مغربي تحقيق جي فن جو گهٽي

حد تائين ڇاڻو ٿي چڪو هو، تنهن تاريخ نويسيءَ ۾ قومي نقطئہ نظر جي شروعات ڪئي، انهن مؤرخن ۾ گهڻائي هندن جي هئي، جن مذهبي تعصب ڪان متاثر ٿي، قوميت جي جذبي سان، دهليءَ جي حاڪمن ۽ مغل شهنشاهن جون تاريخون لکيون ۽ انهن ۾ هنن هندستان جي ماضيءَ کي شاندار ڪري پيش ڪيو آهي مسلمانن جي دؤر تي بهترين تاريخي ڪم هندو مؤرخن جو ڪيل آهي، پر اهي مؤرخ بہ تاريخ ۾ بادشاهن جي تاريخ ڪان گهڻو اڳتي وڌي نہ سگهيا. انهن بہ بادشاهن جي نالي سان منسوب تاريخون لکيون ۽ انهيءَ دؤر ۾ انهن واقعن کي هو بادشاهہ جي ذات ڪان الڳ ڪري ڏسي نہ سگهيا.

انهيءَ ڪري ان ۾ ڪو بہ شڪ ڪونهي تہ انهن اسان جي شروعاتي جديد تاريخي ڪتابن ۾ بہ عوام بابت تمام گهٽ مواد آهي، جيتوڻيڪ ضرورت ان ڳالهہ جي هئي تہ تاريخ لکڻ جي پراڻي ۽ ردي نموني کي بنيادي طور تبديل ڪيو وڃي. انهن تاريخن اسان جي سماج جي پڙهيل ڳڙهيل طبقي کي متاثر تہ ڪيو، پر اها تاريخ نويسيءَ اها تاريخي شعور پيدا ڪري نہ سگهي، جيڪو عوام کي سندن اهميت جو احساس ڏياري. ڇو تہ انهن تاريخن ۾ بہ عوام کي تاريخي وهڪري کان الڳ ڏيکاريو ويو آهي، جيڪي ٻري بيهي سماج ۾ ٿيندڙ تبديلين کي رڳو ڏسندا رهن ٿا ۽ جن جو تاريخ جوڙڻ ۾ ڄڻ ڪو بہ هٿ ڪو نہ هو.

هندستان جي انهيءَ روايتي تاريخ نويسيءَ کي سڀ کان پهريائين ڊاڪٽر ڪنور اشرف بدلايو، جنهن روايتي انداز کان هٽي بادشاهن بدران عوام جي تاريخ لکي. سندس ڪتاب جو عنوان ئي انقلابي هو يعني:

Life and condition of the people of Hindustan

ڊاڪٽر ڪنور اشرف هن ڪتاب ۾ هندستان جي تاريخ کي هڪ وسيع مفهوم ڏنو تہ تاريخ صرف بادشاهن، اميرن ۽ عالمن جي زندگين جو

علم نہ آهي، پر تاريخ ناهڻ ۾ عوام جو ڪردار ئي سڀ ڪان گهڻو اهم ۽ ويچارڻ جوڳو آهي. جيتوڻيڪ اڄ ننڍي کنڊ ۾ تاريخ نويسيءَ ۾ انقلابي تبديليون اچي چڪيون آهن ۽ تحقيق جا موضوع بادشاهن ۽ سندن دربار تائين اچي پهتا آهن، پر اڃان تائين پوري ضرورت انهيءَ ڳالهہ جي آهي تہ تاريخ کي دربار جي سوڙهہ مان ڪڍي، عوام جي وسيع ۽ رنگارنگ زندگيءَ تائين آندو وڃي.

جيڪڏهن اسين تاريخ نويسيءَ ۾ اهو انقلاب آڻي نہ ٿا سگهون تہ اسان جي تاريخ نويسي مدي خارج ٿي، ختم ٿي ويندي.

ننڍي کنڊ جي تاريخي پس منظر کان پوءِ اچو تہ هاڻي سنڌ جي تاريخ نويسيءَ جي باري ۾ ڏسون تہ ان جي شروعات ڪيئن ٿي ۽ اها ڪيتريءَ حد تائين اسان جي تاريخي شعور کي سجاڳ ڪرڻ ۾ اسان جي مدد ڪري ٿي؟

سنڌ جي تاريخ بابت شروعاتي مواد عرب مؤرخن جو آهي، جن سنڌ جي فتح کانپوءِ عرب حڪومتن جي دؤر بابت لکيو. اهي تاريخون ظاهر آهي تہ عرب نقطئہ نظر کان لکيون ويون ۽ انهن انهيءَ نقطئہ نظر جي تبليغ ڪئي تہ عربن جي فتح کان پهرين سنڌ جهالت ۽ اونداهيءَ جو مرڪز هئي ۽ ان وٽ ڪي بہ اخلاقي قدر نہ هئا ۽ ان جو عوام تمام ڏکئي نموني زندگي گذاري رهيو هو ۽ اهڙي وقت ۾ عربن جي فتح سنڌ وارن لاءِ هڪ نعمت کان گهٽ ڳالهہ نہ هئي.

حقيقت ۾ اهو عربن جو ئي نہ پر هر فاتح قوم جو تاريخي نقطئہ نظر آهي تہ هو پنهنجي فتح ۽ سامراجي ارادن کي اعليٰ انسانيت جي نعرن سان تقويت ڏيندا آهن ۽ ٻين ملڪن تي حملي ڪرڻ، انهن تي قبضي ڪرڻ ۽ انهن جي وسيلن کي استعمال ڪرڻ لاءِ ڪين اهڙي قسم جي نعرن ۽ نظرين جي ضرورت پوي ٿي.

عرب، حڪومت ڪانپوءِ سنڌ هڪ وڏي عرصي تائين دهلي حڪومت جي ماتحت رهي. پوءِ هتي وچ ايشيا، ايران، افغانستان ڪان حملي آور ايندا رهيا. ان سياسي صورتحال جو نتيجو اهو ٿيو تہ سنڌ ۾ ڪنهن بہ حڪومت ڪي سياسي استحڪام ملي نہ سگهيو ۽ نہ ئي سنڌ ننڍي ڪنڊ کان الڳ رهي، پنهنجي ادارن کي مضبوط ۽ مستحڪم ڪري سگهي. هن سياسي ڇڪ ڌاهہ جي عمل سنڌ ۾ نہ حڪمرانن کي موقعو ڏنو، جو اهي حاڪميت جي ادارن کي منظم ڪن ۽ نہ ئي عوام کي اڻ کٽ پرماريت مان ڇوٽڪارو مليو. اقتدار جي ڇڪتاڻ ۾ سياسي تبديلين حاڪمن ۽ عوام جي صلاحيتن کي ختم ڪري ڇڏيو.

جڏهن سنڌ دهليءَ جي سلطانن ۽ مغلي سلطنت جو هڪ صوبو رهي تہ سياسي حوالي کان، سنڌ جي حيثيت اجا بہ گهٽجي وئي ۽ هندستان جي تاريخ نويسيءَ ۾ سنڌ جي حيثيت فقط صوبائي ئي رهي. نتيجي طور هندستان جي تاريخ ۾ سنڌ جو ذڪر واجبي طور ئي رهيو ۽ ان ۾ هتي جي باري ۾ پورا تفصيل نہ ٿي ڏنا ويا. سنڌ ۾ جڏهن ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جون حڪومتون قائم ٿيون، تڏهن بہ سنڌ جي تاريخ ۾ ڪا خاص دلچسپي نہ ورتي وئي.

سنڌ جي تاريخ جا ماخذ (Sources) انهيءَ ڪري تمام گهٽ آهن ۽ جيڪڏهن آهن بہ تہ اهي اهڙي نموني جا لکيل آهن، جيڪو نمونو ننڍي ڪنڊ جي مؤرخن اختيار ڪيو هو: يعني بادشاهن ۽ اميرن جا احوال، انهن جي تاريخ ۽ انهن جون جنگيون ۽ سياسي ڇڪ ڌاهہ. هي تاريخون بہ عوام جي ذڪر کان سراسر خالي آهن.

سنڌ جي تاريخ نويسيءَ ۾ تبديلي تڏهن آئي، جڏهن انگريزن سنڌ فتح ڪئي، جيئن مٿي چيو ويو، برطانوي حاڪمن جي اها خاصيت هئي تہ ڪنهن بہ ملڪ جي فتح کان اڳ يا فتح ڪانپوءِ انهن خاص طور

تي ان ملڪ جي تاريخ کي وڏي اهميت ڏني، تہ جيئن تاريخ جي مطالعي ذريعي ان ملڪ جي عوام جي ذهنيت کي سمجهي سگهن ۽ پوءِ ان جي روشنيءَ ۾ اتي حڪومت ڪري سگهن.

انهيءَ شروعاتي دؤر ۾ سنڌ جي تاريخ بابت بہ خيال پيدا ٿيا، جن مان هڪ اهو هو تہ سنڌ جو ڪو بہ ماضي نہ آهي ۽ جيڪڏهن آهي بہ تہ ان جي ڪا بہ اهميت ڪانهي ۽ تاريخي لحاظ کان سنڌ انتهائي غير اهم آهي. ان خيال جا حامي اهو دليل ڏين ٿا تہ سنڌ غيرملڪي حاڪمن ۽ طاقتن جي ماتحت رهي آهي، تنهن ڪري ان جي الڳ ڪا بہ تاريخ نہ آهي، پر انهيءَ سان گڏ هڪ ٻيو بہ خيال هو. اهو هيءُ تي سنڌ جي تاريخ جون پنهنجون الڳ خاصيتون آهن. ان جو پراڻو ماضي بہ آهي ۽ اهو ماضي ٻڪ سان تمام شاندار بہ آهي، انهيءَ ڪري ضرورت ان ڳالهہ جي آهي تہ سنڌ جي پراڻي ماضيءَ بابت تحقيق ڪئي وڃي ۽ سنڌ جي تاريخ کي ان سان ڳنڍيو وڃي ۽ جڏهن موهن جو دڙو دريافت ٿيو تہ ان سان متئين خيال کي وڏيڪ سگهہ ملي ۽ ان حقيقت جي روشنيءَ ۾ تہ سنڌ فاتح قومن جي آماجگاهہ بہ رهي آهي ۽ ان طرح ڪمزور ٿي آهي، سنڌ جي پراڻي ماضيءَ جي عظمت کي دنيا جي ٻين عظيم تهذيبن جي برابر آندو ويو ۽ ان سان سنڌ جي تاريخ نويسيءَ کي هڪ نئون جذبو ۽ خوداعتمادي ملي.

جڏهن سنڌ جي ماضيءَ جي ان طرح جوڙجڪ ۽ بحاليءَ، رسمن ۽ رواجن کي اسلامي نقطئہ نظر سان ڏسون ٿا تہ شروع ۾ اهو نقطئہ نظر سنڌ جي تاريخ نويسيءَ تي ڇانيل رهيو. پر نين حالتن ۾ نين گهرجن انهيءَ خيال کي تسليم نہ ڪيو ۽ ٻيو نقطئہ نظر اڀري سامهون آيو. جنهن جو بنياد قوميت تي هو. قومي نقطئہ نظر وٽان تاريخ لکڻ وارا مؤرخ تاريخ ۾ ڪنهن خاص دؤر جا پوڄاري ڪو نہ ٿا ٿين. انهن وٽ

تاريخ کي مختلف دؤرن ۾ تقسيم ڪري، ان کي جدا جدا حصن ۾ ورهايو نہ ويندو آهي. انهن وٽ تاريخ هڪ سلسلو آهي، جيڪو زنجير وانگر آهي، جنهن جون جيڪڏهن ڪڙيون ڪڍيون وڃن، تہ تاريخي تسلسل مجروح ٿيندو ۽ تاريخ پنهنجي معنيٰ وڃائي ويهندي. ان بنياد تي سنڌ جي ڪجھ ماڻهن تاريخ کي سمجهڻ ۽ لکڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. جيڪڏهن سنڌ جي تاريخ ۾ ثقافت جون پاڙون موهن جي دڙي تائين ڦهليل ٿيون وڃن، تہ سنڌ جي تاريخ جي شروعات بہ اتان ڪرڻي پوندي ۽ جيڪا تاريخ هن سرزمين تي ٿي چڪي آهي، انهيءَ کي بنهہ نظرانداز بہ ڪيئن ڪري ٿو سگهجي؟

تاريخ جي انهن بنهي خيالن رکندڙن ۾ هڪ دلچسپ بحث ان ڳالهہ کان شروع ٿيو تہ محمد بن قاسم فاتح هو يا غاصب. اسلامي نقطئہ نظر کان محمد بن قاسم کي سنڌ جو فاتح ۽ سنڌ کي ڇوٽڪارو ڏياريندڙ ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي ۽ سندس سنڌ جي فتح کي سنڌ جو اهم موڙ ثابت ڪيو ويو. قومي نقطئہ نظر رکڻ وارن محمد بن قاسم کي غاصب قرار ڏنو ۽ ان جي ڀيٽ ۾ راجا ڏاهر کي هيرو ثابت ڪيو، جنهن پنهنجي وطن لاءِ جان ڏني. انهن ٻن خيالن سنڌ جي تاريخ نويسيءَ کي هڪ نئون رخ ڏنو ۽ سوچڻ جي انداز ۾ تبديليءَ آندي. هڪ پراڻي ۽ اقتدار پسند نظرئي جي جڳھہ تي تاريخ کي هڪ نئون انسان پسند مفهوم مليو، جنهن ذهن جي بند دروازن کي کوليو ۽ مؤرخن ۽ تاريخ ۾ دلچسپي رکندڙن کي اهو سوچڻ تي مجبور ڪيو تہ اسان آخر تاريخ کي هڪ ئي معيار سان ڇو نہ ٿا ماپيون. مثال طور جڏهن اسان انگريزن جي اچڻ، انهن جي سنڌ تي حملي ۽ فتحن بابت لکون ٿا تہ کين حملہ آور، ڦورو ۽ استحصالين جي نالن سان سڏيون ٿا، پر جڏهن عرب حملہ آورن جو ذڪر اچي ٿو تہ انهن کي سنڌ لاءِ رحمت قرار ڏيون ٿا! آخر

اهو تضاد چو؟ سامراج هر حالت ۾ سامراج آهي، ٻين ملڪن تي حملو ڪرڻ، انهن تي قبضو ڪرڻ ۽ انهن جي دولت لٽڻ اهڙا ئي ڪم آهن، جيڪي هر فاتح قوم ڪري ٿي . انهيءَ ڪري جيڪڏهن عربن ۽ انگريزن جي سنڌ فتح ڪرڻ کي ساڳئي پيماني تي ماپيو وڃي، ته ٻنهي ۾ ڪو به فرق نظر نه ايندو. ٻنهي قومن سنڌ تي اهڙي وقت حملو ڪيو، جڏهن هتي جو سماج پيچ ڊاهه ۽ اندروني تضادن سبب هيٺو ۽ ڪمزور ٿي پيو هو ۽ ان ۾ انهن جي بچاءَ جي همٿ ۽ طاقت نه هئي. جڏهن ته عرب ۽ برطانوي قومون پنهنجي وقت جون ترقي يافته قومون هيون ۽ انهيءَ ڪري ڪامياب ٿيون. ان سلسلي ۾ اهو ٻنهه هڪ الڳ سوال آهي ته سنڌ کي عربن يا انگريزن جي فتح سبب ڪي فائدا پهتا ۽ هتي جي ثقافت هڪ حد تائين انهن کان متاثر به ٿي.

انهيءَ سلسلي ۾ هڪ ڳالهه واضح ڪرڻ جوڳي آهي ته تاريخ جي انهن ٻنهي خيالن سان واسطو رکندڙ مؤرخن ۽ دانشورن اجان تائين ڪو وڏي پايي جو علمي ۽ تحقيقي ڪم نه ڪيو آهي. ٻنهي طرفن کان رڳو مناظري وارو انداز اختيار ڪيو ويو آهي. ضرورت انهيءَ ڳالهه جي آهي ته نقطئه نظر ڪجهه به هجي، پر ان کي علمي تحقيق ۽ دليلن سان پيش ڪيو وڃي ۽ ڪوشش ڪئي وڃي ته جذبات کي پاسيرو رکي، اصلي تاريخ لکڻ تي ڌيان ڏنو وڃي، ڇو ته فقط ۽ فقط انهيءَ طرح ئي اهو بحث تاريخ جي ڪيترن ئي ڳجهن تان پردو کڻندو ۽ عوام ۾ تاريخ جو صحيح شعور پيدا ڪندو.

پاڪستان ٺهڻ کانپوءِ سنڌ ۾ جيڪي معاشي، سماجي ۽ سياسي تبديليون آيون، ان سبب خيالن ۽ نظرين ۾ ڦيرڦار ٿي. انهيءَ ڪري ضرورت آهي ته سنڌ جي تاريخ لکڻ وقت ۽ ان جي وضاحت وقت نين روايتن، قدرن ۽ خيالن کي اڳيان رکيو وڃي. ضرورت انهيءَ ڳالهه

جي بہ آهي تہ سنڌ جي تاريخ کي ترتيب، تنظيم ۽ تعمير لاءِ نوجوان مؤرخن جي هڪ سنگت هجي، جيڪا ان اهم ڪم جو بار کڻي ۽ اوچي علمي ۽ تحقيقي معيار تي سنڌ جي تاريخ مرتب ڪري.

اڄو تہ هاڻي سنڌ جي جديد تاريخ نويسيءَ ۾ جيڪي اهم لاڙا آهن، انهن جو تجزيو ڪيون، تہ ڇا اهي لاڙا صحيح تاريخي شعور پيدا ڪري رهيا آهن يا ان جي ابتڙ ٿي رهيو آهي. مثال طور رچرڊ برٽن سنڌ کي "Unhappy Valley" جو بہ نالو ڏنو. هن اصطلاح اسان جي گهڻن ئي مؤرخن کي ڏاڍي غلط نموني متاثر ڪيو ۽ انهن سنڌ جي تاريخ کي مظلوميت جي تفسير طور لکڻ شروع ڪيو تہ سنڌ سان هر دؤر ۾ ظلم ٿيو آهي، هتي هر دؤر ۾ ٻاهران ماڻهو ايندا رهيا آهن ۽ سنڌ تي حڪومت ڪندا رهيا آهن. سنڌ تاريخ هتان لاڳيتي تباهہ ٿيندي رهي آهي ۽ سنڌ جو عوام سدائين ظلم جي گهاڻي ۾ پيڙهبو رهيو آهي، وغيره. پر انهن مؤرخن انهيءَ ڳالهہ جو تجزيو ئي نہ ڪيو تہ سنڌ ڇو لاڳيتي ائين غيرملڪي اقتدار هيٺ رهي؟ ۽ سنڌ تي جيڪي ظلم ٿيا، ڇا ان جا ذميوار صرف غيرملڪي حڪمران هئا ۽ ان جي ذميوار خود سنڌ جي طبقاتي سماج جي پيچ ڊاهہ بہ هئي. انهن انهيءَ ڳالهہ تي غور نہ ڪيو تہ "مظلوميت" جي ان تصور نئين نسل تي ڪيترو ناڪاري اثر ٿي وڌو ۽ نہ سوال جو تجزيو ڪيءِ تہ ڇا سچ پچ سنڌ کي هر حملہ آور ايترو سولائيءَ سان فتح ڪري ٿي ورتو؟ ڇو تہ جيڪڏهن ائين ئي هو تہ پوءِ ان مان نتيجو هيءُ نڪرندو تہ سنڌ جي عوام ڪڏهن بہ حملہ آورن جي خلاف ڪا بہ ويڙهہ نہ ڪئي، اهي بزدل ۽ بي حوصلہ ۽ بي همت هئا ۽ جيڪو بہ وٽن آيو ان کي هنن پنهنجو حاڪم مڃيو ۽ حڪومت جي ظلم خلاف ڪو بہ آواز نہ اٿاريائون. ڇا، اسان تاريخ جي انهيءَ تعبير کي صحيح مڃون؟

ڇا، واقعي سنڌ جي تاريخ ۾ اهو ٿي ٿيو آهي ۽ سنڌ جي عوام ڪڏهن به ڪنهن ڌاريءَ حڪومت خلاف ڪا به ويڙهه نه ڪئي؟

اصل ۾، جيڪڏهن سنڌ جي تاريخ جو پورو مطالعو ڪيو وڃي ته ان ۾ ڪيترائي اهڙا مثال ملن ٿا، جن ۾ هارين ۽ ٻهراڙين جي عوام حڪومتن جي خلاف بغاوتون ڪيون آهن،پر ڇاڪاڻ ته سنڌ جون تاريخون حاڪم طبقي جي درٻارين لکيون، انهيءَ ڪري انهن بغاوتن کي معمولي جهڳڙو يا هنگامي جو نالو ڏئي، انهن جي اهميت کي گهٽيايو ويو، انهيءَ ڪري جيڪڏهن سنڌ جي تاريخ نئين سر لکي وڃي، ته انهن بغاوتن جا تفصيل ڏنا ويندا، انهن جي سببن ۽ انهن جي اثرن کي ڳولي ڪڍيو ويندو، ڇاڪاڻ ته اهي بغاوتون ان ڳالهه ڏي اشارو ڪن ٿيون ته سنڌ جا ماڻهو بي همت ۽ بزدل نه هئا، هنن پنهنجن حاڪمن خلاف آواز ضرور اٿاريو ۽ جي سندن آواز کي دٻايو ويو ته اهو تاريخ جو هڪ الڳ مسئلو آهي، جنهن جي پوريءَ ڇنڊڇاڻ جي به ضرورت آهي. سنڌ جي مؤرخن جو اهو به فرض آهي ته تاريخ جي گمنام هيرن ۽ پنهنجن دشمن خلاف وڙهندڙ ماڻهن کي ڳولي انهن کي ۽ انهن جي ڪارنامن کي ماڻهن اڳيان آڻن ۽ تاريخ ۾ ڪين سندن صحيح جڳهه ڏين، ته جيئن مظلوميت ۽ هيٺائيءَ جو جيڪو احساس پيدا ٿيو آهي اهو ختم ٿئي ۽ حوصلي ۽ خوداعتماديءَ جو جذبو عوام ۾ بيدار ٿئي.

اسان جي تاريخ ۾ ٻيو اهم لاڙو شخصيت پرستي آهي. بدقسمتيءَ سان اسان جا مؤرخ تاريخ نويسيءَ جي درٻاري اثرن ۾ انهيءَ حد تائين ورتل آهن جو اهي انهيءَ ورثي مان اڃان تائين ڇوٽڪارو حاصل ڪري نه سگهيا آهن. انهيءَ ڪري ئي اهي موجوده مؤرخ حاڪم طبقي جي ماڻهن جي خوشامد ڪري هر تحريڪ جي ڪاميابي انهن سان ئي لاڳو ڪن ٿا، جيئن پهرئين زماني جا مؤرخ عام فوجين جي قربانين

کي نظرانداز ڪري فتح ۽ سوڀ جو تاج جنرل ۽ سپهه سالار جي سر تي رکندا هئا. اهي مؤرخ اڃان تائين اهو سمجهن ٿا ته صرف شخصيتون ئي قومن جي تاريخ ٺاهين ٿيون.

انهيءَ ڪري سنڌ جي جديد تاريخ نويسيءَ ۾ عوام کان وڌيڪ شخصيت پرستي تي زور ڏنو پيو وڃي ۽ ان ۾ قوميت جي جذبي تحت اهي شخصيتون، جيڪي عوام دشمن هيون ۽ جن پنهنجي ذاتي فائدي خاطر عوام جي مفادن کي قربان ڪيو، انهن کي بہ آزاديءَ جو مجاهد، جنگ آزاديءَ جو سورمو ۽ عوام جو خادم شمار ڪندي پيش ڪيو پيو وڃي. سنڌ جي تاريخ ۾ اهو هڪ وڏو غلط لاڙو آهي تہ انهن عوام دشمن شخصيتن جون برايون لڪائي يا وساري، ائين سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي وڃي ٿي تہ اهي ملڪ جا وڏا همدرد هئا ۽ انهن ملڪ ۽ قوم خاطر وڏيون قربانيون ڏنيون. ضرورت ان ڳالهہ جي آهي تہ تاريخ کي عوام جي نقطۂ نظر سان لکيو وڃي ۽ انهن ملڪ ۽ عوام جي غدار شخصيتن جي اصل ڪارنامن کي عوام اڳيان آندو وڃي.

هڪ ٻيو غلط لاڙو جيڪو سنڌ جي تاريخ نويسيءَ ۾ قوميت جي اثرن سببان پيدا ٿيو آهي، اهو هيءَ آهي تہ اسان جا ڪجهہ مؤرخ پنهنجون مڙئي تحقيقي صلاحيتون ان ڳالهہ تي خرچ ڪري رهيا آهن تہ قديم سنڌ تهذيب ۽ ثقافت ۾ ايتري تہ وڌيل هئي، جو هر شيءِ جي شروعات هتان ٿي ۽ پوءِ هتان ئي ٻين ملڪن ان کي ورتو. انهيءَ انداز ۾ تاريخ نويسيءَ جي ان لاڙي جي شروعات شبلي نعمانيءَ ۽ سنڌن ساٿين ڪئي تہ دنيا، هر شيءِ مسلمانن کان سکي ۽ يورپ جي سڄي ترقي مسلمانن جو مٿن ٿورو آهي، پر ڇا اسان تحقيق جي انهيءَ انداز مان ڪي مفيد ۽ ڪارآمد نتيجا حاصل ڪري سگهون ٿا، يا اهي اسان کي اڳو ئي غلط طرف نيئي رهيا آهن! اها، بهرحال هڪ حقيقت آهي تہ ماضيءَ کي

وڏائي پيش ڪرڻ سان حقيقتن کي ابتو سبتو ڪري پنهنجي ماضيءَ کي شاندار ڪري پيش ڪرڻ سان سماج ۾ ڪو تاريخي شعور پيدا نہ ٿيندو آهي. ماضيءَ ۾ حد کان وڌيڪ دلچسپي ۽ لڳاءَ موجوده زندگي جي نون حقيقتن کان پري وٺي وڃي ٿو، جيڪو اڳتي هلي سماج جي ترقيءَ ۾ رڪاوٽ بڻجي ٿو.

اچو تہ هاڻي اسان انهن ڪجهہ اهم خاصيتن جو ذڪر ڪريون، جن جو تعلق هن علائقي جي تاريخ سان آهي. مثال طور: سنڌ جي تاريخ جو هڪ پهلو اهو بہ رهيو آهي تہ هتي گهڻو ڪري غيرملڪي خاندانن حڪومت ڪئي. انهيءَ ۾ سنڌ جي جاگرافيائي حيثيت ۽ پاڙيسري ملڪن جي سياسي حالتن جو وڏو هٿ رهيو آهي. وچ ايشيا، ايران، افغانستان ۾ شاهي خاندان فوج جي طاقت ۽ قوت جي مدد سان عوام تي حڪومت ڪندا هئا. انهن مان ڪي خاندان وڏي عرصي تائين حڪومت ڪرڻ سببان پنهنجي شاهي حيثيت عوام جي ذهنن ۾ ويهاري چڪا هئا، جنهن ڪري انهن خاندانن جو جڏهن اتي زوال ٿيو ٿي تہ اهي پنهنجن قبيلن کي ساڻ وٺي ٻين ملڪن ۾ پهچي ٿي ويا ۽ ماضيءَ جي شاهي تصور جي مدد سان انهن تي پنهنجي حڪومت قائم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ٿي. ان جو مثال تيموري خاندان آهي، جنهن جي شهزادن ۽ ٻين فردن افغانستان، هندستان ۽ ڪشمير ۾ پنهنجون حڪومتون قائم ڪيون. جڏهن ارغونن افغانستان ۾ بابر جي هٿان شڪست کاڌي تہ انهن سنڌ جي سياسي صورتحال جو فائدو وٺي، هتي پنهنجي حڪومت قائم ڪئي، سنڌ جي تاريخ ۾ اهو عمل وري وري ورجايو ويو ۽ ائين هتي غيرملڪي شاهي خاندانن پنهنجو راڄ قائم ڪيو. ان سلسلي ۾ دهليءَ جا سلطان ۽ مغل شهنشاهہ خاص طور تي ذڪر وٽان آهن، جن سنڌ کي فتح ڪيو ۽ دهليءَ جو صوبو بڻايو.

ان مرحلي تي ذهن ۾ هڪ سوال ايري ٿو تہ آخر ڇو انهن غير ملڪي حملہ آورن سنڌ کي ايتريءَ آسانيءَ سان فتح ڪري ورتو ۽ انهن جي حڪومت خلاف ڪا وڏي ويڙهہ ڇو نہ ٿي؟ انهن سوالن جي جواب ڳولهڻ لاءِ اسان کي حاڪم طبقي ۽ عوام جي وچ ۾ رشتي جي جائزي وٺڻ جي ضرورت پوندي ۽ اهو ڏسڻو پوندو تہ سياسي اقتدار جي انهيءَ جنگ ۾ عوام جو ڇا ڪردار رهيو. ڇا عوام ۽ حاڪم طبقي جي وچ ۾ ڪو ناهہ ۽ اعتبار جوڳو ماحول هو يا انهن جي وچ ۾ وڏو ويڇو هو؟ ان وقت مسلمان ملڪن ۾حاڪم ۽ عوام جي وچ ۾ جيڪو تعلق هو،اهو محمود غزنويءَ جي دؤر ۾ ٿيندڙ هڪ واقعي ذريعي بهتر نموني سمجهي سگهجي ٿو. محمود غزنويءَ جي وقت ۾ بلخ تي سندس دشمنن قاراخانين حملو ڪيو. بلخ وارن حملہ آورن جو مقابلو ڪيو، جنهن سبب شهر جي عمارتن ۽ باغن کي نقصان پهتو. ان ۾ سلطان جي ملڪيت بہ شامل هئي. جڏهن شهر تي محمود غزنويءَ ٻيهر قبضو ڪيو تہ هن شهر جي ماڻهن کي گهرائي کين گهٽ وڌ ڳالهايو تہ هنن شهر جو بچاءُ ڇو ڪيو ۽ دشمن سان جنگ ڇو ڪئي! هن شهرين کي صاف ٻڌايو تہ عوام جو ڪم جنگ ڪرڻ ناهي، انهن جو ڪم صرف فرمانبرداري ڪرڻ آهي ۽ کين انهيءَ حاڪم جي فرمانبرداري ڪرڻ گهرجي جيڪو طاقتور هجي!

انهيءَ ڪري هر حاڪم خاندان ۽ اقتدار تي قابض ٽولي جو اهو ئي نظريو رهيو آهي تہ عوام جو ڪم سياست ۾ دخل ڏيڻ نہ آهي. کين انهيءَ ڳالهہ جو بہ حق نہ آهي تہ هو ڪو حاڪمن کي صلاح ڏين، ڇاڪاڻ تہ حڪومت ڪرڻ بادشاهہ جو ڪم آهي. عوام جو فرض آهي تہ هو وقت جي سلطان جي اطاعت ڪن، حڪومت جا لاڳو ڪيل ٽئڪس ادا ڪن ۽ حڪومت جي هر ظلم کي خاموشيءَ سان سهن ۽ انهن جي خلاف ڪا بہ

بغاوت ۽ تنقيد نہ ڪن. انهيءَ ڪري هر دؤر ۾ شاهي خاندان، فوج ۽ حڪومت جا انتظامي ادارا ئي هئا، جيڪي عوام جي استحصال لاءِ استعمال ٿيندا هئا. رڳو ٽي طبقا اهڙا هئا، جيڪي فائدا ۽ سهولتون(مراعات) حاصل ڪرڻ جا حقدار هئا. هڪڙا سلطان ۽ شاهي خاندان، ٻيا امير ۽ ٽيان عالم. انهن وٽ ئي ملڪ جي زرخيز زمين هوندي هئي. پنهنجي آمدنيءَ جي ذريعن سان هو پنهنجي قوت ۽ طاقت کي وڌائيندا رهندا هئا ۽ پنهنجي اقتدار کي مضبوط ڪرڻ لاءِ عوامي بغاوتن کي چيپاڻي ڇڏيندا هئا.

اها ئي پاليسي سنڌ جي حڪمرانن جي هئي، جن عوام کي صرف ٽئڪسن ۽ ڍلن جو هڪ ذريعو سمجهيو هو ۽ عوام کي حڪومت ۽ ان جي ادارن کان پري رکيو ويو هو. ان ڪري ئي سنڌ جا ماڻهو سياسي انقلابن ۾ خاموش تماشائي بنيا رهيا. انهن کي ان ڳالهہ جو احساس هو تہ حڪمرانن جي تبديل ٿيڻ سان سندن سماجي ۽ اقتصادي زندگيءَ تي ڪو بہ اثر نہ پوندو ۽ سندن سڪتي ۾ پيل زندگيءَ ۾ ڪو بہ انقلاب نہ ايندو.

سنڌ ۾ حڪمران خاندانن جو وقت بوقت بدلجڻ ان ڳالهہ کي ثابت ڪري ٿو انهن خاندانن ۽ گهراڻن جون عوام ۾ ڪي بہ پاڙون نہ هيون، ڇو تہ جڏهن انهن جو زوال ئي آيو تہ انهن لاءِ ڳوڙهن ڳاڙڻ وارو ماڻهو ڪو بہ نہ هو.

غيرملڪي حڪمران ٽولن جي اقتدار قائم ٿيڻ جي ڪري سنڌ جي تاريخ تي گهرا اثر پيا. مثال طور: هتي غيرملڪين کي مقامي ماڻهن تي فوقيت ڏني وئي. وچ ايشيا، ايران،افغانستان، ۽ عربستان مان ايندڙ ماڻهن کي فوقيت ڏيئي، خاص ماڻهن ۾ شامل ڪري، هتا جي ذرخيز زمين ڏني وئي ۽ دربار ۾ اعليٰ عهدن ۽ منصبن تي پڻ انهن

ٻاهران ايندڙن کي ويهاريو ويو ۽ مقامي ماڻهن کي ذلت ۽ خواري سهڻي پيئي. ان جو نتيجو اهو ٿيو تہ انهن غيرملڪي ماڻهن پاڻ کي دولت ۽ طاقت جي زور تي تمام گهڻو مضبوط ۽ سگهارو بڻايو ۽ پنهنجي سماجي مرتبي کي وڌائي، مقامي ماڻهن کي ”رعايا“ بڻايو ۽ انهن جي سماجي ۽ معاشي رتبي کي وڌائڻ جي ڪا بہ ڪوشش نہ ڪئي.

سنڌ جي تاريخ جو هڪ بيحد افسوسناڪ پاسو اهو بہ آهي تہ پنهنجي مقامي ماڻهن کي حڪومت ۽ طاقت کان پري رکيو ويو، جنهن جي نتيجي ۾ انهن کي ذلت ۽ خواري ڏسڻي پيئي ۽ انهن جو مڪمل استحصال ڪيو ويو. اهڙا مثال سنڌ جي تاريخ ۾ ارغونن، ترخانن، ڪلهوڙن ۽ ٽالپر حڪمرانن جي دؤرن ۾ ملن ٿا.

انهن غيرملڪي ۽ عوام کان پري بيٺل ٽولن جي حڪومت دؤران، عوام ۽ حڪمرانن جي وچ ۾ ٻوليءَ جو بہ ڪو رابطو ڪو نہ هو. حاڪمن جي دربار جي ٻولي فارسي هئي، جيڪا عوام جي زبان ڪا نہ هئي، ان ڪري سنڌ جي تاريخ جي ان سڄي ڊگهي عرصي ۾ حڪومت ۽ عوام هڪٻئي کان عليحده ۽ جدا جدا يونٽ تي رهيا ۽ انهن جي وچ ۾ ڪا بہ ويجهڙائي ۽ پنهنجائپ ڪا نہ رهي.

هن مرحلي تي هڪ سوال بہ اٿي ٿو تہ ڇا جڏهن مقامي حڪمرانن پاڻ سنڌ تي حڪومت ڪئي، تڏهن انهن سنڌ جي عوام جي ڪا ئي خدمت ڪئي؟ انهن جي سماجي مرتبي کي وڌايو؟ انهن کي پنهنجو سمجهيو؟ ان جو جواب بہ نهڪر ۾ آهي. سنڌ جي مقامي حڪمران خاندانن کي جڏهن اقتدار مليو تہ هنن جي حڪومت جو انداز ۽ طريقو اهو ئي هو، جيڪو ڪنهن جاگيردار طبقي جو ۽ طبقاتي سماج ۾ اقتدار ۾ بيٺل ٽولن جو هوندو آهي، ان ڪري حڪومت ۽ عوام ۾ اهو ئي ساڳيو فرق موجود هو ۽ سنڌ جي عوام جو سماجي رتبو جيئن پوءِ

تيئن ان مقامي حڪومت هيٺ بہ گهٽبو رهيو. انهيءَ ڪري تاريخ جي عوامي نقطۂ نگاهہ کان ان جي ڪا بہ اهميت نہ هئي تہ حڪمران ملڪي هئا يا غيرملڪي. حقيقت ۾ عوام لاءِ اهميت رکڻي ان ڳالهہ ۾ آهي تہ ڪهڙيءَ طرز حڪومت ۾ هنن جو استحصال نہ ٿو ٿئي ۽ ڪين سماج ۾ سماجي معاشرتي سهوليتون ملن ٿيون. ان ڪري جيڪڏهن ڪو غيرملڪي حڪمران طبقو بہ عوام جي خوشحاليءَ لاءِ ڪجهہ ڪري ٿو تہ ان لاءِ عوام جي دلين ۾ احسان ۽ شڪراني جا جذبا اڀرن ٿا. ان جو مثال آءُ هتي سنڌ ۾ برطانوي دوَر مان ڏيندس.

جيتوڻيڪ برطانوي حڪمران ٽولو سنڌ لاءِ ڌاريو ۽ اوپرو ۽ غيرملڪي ٽولو هو، پر انهن سنڌ لاءِ مجموعي طرح جيڪي ڪم ڪيا اهي سنڌ جي پنهنجي حڪمرانن بہ نہ ڪيا هئا. انهن جي حڪومت ۾ سنڌ ۾ بنيادي انقلابي تبديليون آيون. سنڌ جي سياسي، سماجي، معاشي ۽ ثقافتي زندگيءَ ۾ انقلاب آيا. ان حڪومت جي دوران سنڌ ۾ جديد زماني جون ايجادون آيون. عوام جي سهولت لاءِ روڊ ۽ رستا تعمير ٿيا ۽ اسڪول ڪاليج، ڪتب خانا ۽ عوامي عمارتون ٺهيون جنهن جي نتيجي ۾ سنڌ پراڻي زماني جي مدي خارج روايتن مان نڪري جديد دوَر ۾ تي وئي. اهو بہ صحيح آهي تہ برطانوي سامراج سنڌ جو استحصال ڪيو، پر هيءَ بہ حقيقت آهي تہ انهن ئي تعليم جي ذريعي هتي سياسي شعور پيدا ڪيو. انهيءَ ڪري آزاديءَ جي باوجود، برطانوي دوَر جون يادگيريون اڄ بہ اسان جي سماج ۾ تازيون آهن.

اڄو تہ هاڻي اسين ڪجهہ انهن اعتراضن ڏانهن اشارو ڪريون، جيڪي سنڌ جي سماج بابت اٿاريا ويندا آهن. مثال طور برطانوي مؤرخن، سياحن ۽ منتظمن سنڌ جي باري ۾ جيڪا راءِ ڏني آهي، اها هيءَ آهي تہ سنڌي ماڻهو سست، ڪاهل ۽ نڪما آهن. هتي نشي جو

رواج جام آهي ۽ انهيءَ ڪري ئي سنڌ جهڙو ذرخيز ملڪ ترقي ڪري نہ سگهيو ۽ پوئتي پئجي ويو. هڪ مؤرخ جي حيثيت سان هي جو ڪجهہ عوام جي باري ۾ چيو ويو آهي، ان جي ڇنڊڇاڻ ۽ تورتڪ جي ضرورت آهي. ان جي ابتدا اسين هن طرح سان ڪنداسين تہ ڪا بہ قوم پيدائشي يا فطري طور تي سست ۽ ڏڏ نہ هوندي آهي ۽ نہ وري محنتي ۽ ذهين. ان جون اهي خصوصيتون ماحول ۽ نظام جون پيداوار ٿينديون آهن، جنهن قسم جو سياسي، معاشي ۽ سماجي نظام هوندو، ان جي نتيجي ۾ انهيءَ قسم جا ماڻهو پيدا ٿيندا. ان اصول جي روشنيءَ ۾ جڏهن اسين سنڌ جي تاريخ جو مطالعو ڪيون ٿا تہ هيءَ ڳالهہ وضاحت سان اسان جي سامهون اچي ٿي تہ سنڌ ۾ صدين کان جاگيرداري ۽ زميندارين نظام رهيو آهي. جاگيرداري نظام ۾ سڀ سهولتون صرف هڪ طبقي کي مليل هونديون آهن، جڏهن تہ آباديءَ جي اڪثريت جيڪا هارين ۽ پورهيت طبقي جي هوندي آهي، انهن کي گذران لاءِ ئي مشڪل سان ڪجهہ ملندو آهي. ان ڪري جڏهن هيءُ استحصالي نظام پنهنجي عروج تي پهتل هو ۽ آباديءَ جي اڪثريت کي ان جي محنت جو قل نہ ٿي پئي مليو، تہ ظاهر آهي تہ انهن کي محنت ۽ ڪم سان ڪا بہ دلچسپي نہ ٿي رهي ۽ آهستي آهستي هو ڪم کان پري ٿيندا ويا ۽ ان جي بدران منجهن سستيءَ ۽ ڪاهليءَ پيدا ٿي. جڏهن زندگيءَ ۾ محروميون وڌيون ٿي تہ ان کان فرار جو رستو نشي ۾ لڌو ٿي ويو يا قبرن ۽ قبن جي زيارتن ۽ نذر ۽ نياز ۾ پناهہ ورتي ٿي وئي.

اهڙيءَ ريت جڏهن جاگيردار طبقي وٽ محنت ڪانسواءِ دولت جي انڇر منڇر ريڙهان ٿي تہ انهن ۾ بہ عياشي ۽ ڪاهلي پيدا ٿي. سماج کي تبديل ڪرڻ يا ان ۾ انقلاب آڻڻ جو تصور اهڙي سماج ۾ ناممڪن ٿي

ويندو آهي. ان ڪري سنڌ جو سماج هڪ هنڌ بيٺي رهيو ۽ ان ۾ ڪنهن به قسم جي ترقي نه ٿي.

ٻيو اعتراض جيڪو سنڌ جي سماج تي ڪيو ويندو آهي، ان جي نوعيت به پهرئين اعتراض جهڙي آهي، يعني سنڌ ان ڪري مظلوم رهي ۽ هتي غيرملڪي حملا آور انهيءَ ڪري ڪامياب ٿيا جو سنڌي جنگجو قوم نه آهن! دراصل ڪا به قوم پيدائشي ويڙهو نه هوندي آهي. ويڙهاڪ يا جنگجو هجڻ جو واسطو ماحول سان آهي. ماحول ئي قومن کي ويڙهو ۽ پرامن رکندو آهي.

سنڌ تي غيرملڪي فاتحن جي سوڀن جو سبب اهو نه هو ته سنڌ جو عوام جنگجو نه هو، پر ان جو سبب اهو هو ته جاگيرداري نظام جي ڪري سماج ۾ عوام جي ڪا به وقعت ۽ حيثيت نه هئي. ان ڪري هڪ اهڙي سماج ۾ جتي انهن جي مفادن جو ڪو به بچاءُ نه هجي، هو ان سماج جو دفاع ڇو ڪن؟ دفاع هميشه جائداد، مراعات ۽ حقن جو ڪيو ويندو آهي، جيڪو طبقو ان سڀ کان محروم هجي، اهو ڇو ۽ ڪيئن وڙهي؟ ۽ ڀڄو ٻئي ڪنهن جي نالي تي پنهنجي جان ڇو قربان ڪري؟ انهيءَ ڪري هن جاگيردارانه سماج ۾ جنگ جو عمل حڪمران طبقي ۽ ان جي پگهاردار فوج جي ذمي هوندو هو. اهي ئي سبب هئا، جن جي ڪري سنڌ بار بار غيرملڪي طاقت جي غلام ٿي.

سنڌ جي تاريخ ۾ تاريخ نويسيءَ جي هن پس منظر کان پوءِ اسين هن مسئلي طرف اچون ٿا ته سنڌ جي تاريخ ڪهڙن بنيادن تي لکڻ کپي. هتي آئون ڪجهه انهن ڳالهين ڏانهن اشارو ڪندس ۽ انهن لاڙن ڏانهن ڌيان ڇڪائيندس، جيڪي سنڌ جي تاريخ لاءِ نهايت ضروري آهن.

ضرورت ان ڳالهه جي آهي ته تاريخ ۾ عوام جي ڪردار کي پوريءَ طرح پڌرو ڪيو وڃي. حڪمران طبقي ڪهڙن ڪهڙن طريقن سان

رعيت جي حقن کي غصب ڪيو، عوام جي عزت ۽ حرمت کي پامال ڪيو ۽ انهن جي مفادن کي لاڳيتو قربان ڪري پنهنجن مفادن ۽ سهولتن کي برقرار رکيو. ان حقيقت کي سمجهڻ لاءِ ضروري آهي ته حڪمران طبقي ۽ عوام جي لاڳاپن کي چڱيءَ طرح سمجهيو وڃي ۽ واضح ڪيو وڃي. ڪهڙيءَ ريت حڪومت عوام کي ڪچلڻ ۽ انهن کي قابو ڪرڻ ۽ قبضي ۾ رکڻ لاءِ انتظامي ادارا ٺاهيا ٿي ۽ عوام جي محنت سان ڪمايل دولت فقط پنهنجي استعمال ۾ آندي ٿي ۽ خود عوام کي صرف ايترو ڏنو ٿي، جو اهي مشڪل سان گذارو ڪري سگهن. ان سڄي چڪر ۽ مانداڻ جو سمجهڻ ضروري آهي. حڪمران طبقي عوام جي محنت سان ڪمايل پئسي کي محلاتن، باغن ۽ دربار، قلعن جي تعمير تي خرچ ڪيو ٿي. شاهي خاندان جي فردن کي سندن عياشين لاءِ اڻ مئي رقم ڏني ٿي وئي. دربار ۾ خوشامدڙن ۽ مسخرن جي پرورش ڪئي ٿي وئي.

حڪمرانن ذاتي پگهاردار فوجون منظم ڪري ڪين ذاتي مفادن لاءِ استعمال ٿي ڪيو، انهن جون سڀ لڙايون ذاتي ۽ خانداني نوعيت جون هيون، اهي يا ته تخت ۽ تاج يا اقتدار لاءِ هونديون هيون يا سلطنت جي حدن وڌائڻ خاطر. هنن جنگين سان عوام ۽ عوام جي مفادن جو ڪو به تعلق ڪو نه هو، بلڪ جنگ ۾ مصروف پنهي ڌرين جي هٿان عوام جو خون وهندو هو. عوام جي اهڙين بي مقصد ۽ غيرضروري قربانين ۽ ڪوسن سان تاريخ جا اڻ ڳڻيا صفحا پريل آهن، پر هنن ميداني ڪارنامن ۽ وحشي تباهه ڪارين جي باوجود اسين حڪمرانن کي بهادر، شجاع ۽ فاتح جي نالي سان پڪاريندا آهيون ۽ ان عوام کي وساري ڇڏيون ٿا جيڪي انهن جي قربان گاهن جو بڪ ٿيندا ٿي رهيا.

سياسي تاريخ سان گڏوگڏ هر دؤر جي سماجي ۽ معاشي تاريخ جو به مطالعو ڪرڻ لازم آهي، جيئن اهو اندازو ٿئي ته حڪمران طبقي

عوام سان کھڙيون کھڙيون زيادتيون ڪيون. انھن عوامي تعليم لاءِ ڪيتري قدر خرچ ڪيو ۽ خود پنھنجي ذاتي دلچسپين ۽ عياشين تي ڪھڙي نموني سان خرچ ڪيو؟ حڪمران طبقي ۽ عوام جي معاشي ۽ سماجي حالتن ۾ ڪھڙو فرق ھو؟ ڪير زندگيءَ جي آسائشن مان لطف اندوز ٿيو ۽ ڪنھن محنت جي باوجود محرومين جي زندگي گذاري؟

جاگيردار ۽ زميندار طبقي جي ڪردار جو جائزو وٺڻ ڪپي ته انھن تاريخ جي ھن ڏکي دؤر ۾ ڪھڙيءَ ريت تيزيءَ سان پنھنجون وفاداريون حڪمران خاندانن جي تبديل ٿيڻ سان گڏوگڏ پئي بدلايون. رڳو ان لاءِ ته سندن جائدادون، مفاد ۽ سھولتون ھر حڪومت ۾ محفوظ رھي سگھن. ھي جاگيردار طبقو ئي ھو، جنھن ھر نئين حڪمران سان تعاون ڪيو ۽ ان سبب ھر نئين غيرملڪي خاندان کي سنڌ تي حڪومت ڪرڻ ۾ سولائي ٿي، انھن ڪڏھن به مقابلي واري پاليسي اختيار نه ڪئي، پر سمجھوتي ذريعي اقتدار ڏٽين سان گڏجي سدائين انھن جي حڪومت ۾ شرڪت ڪئي ۽ سنڌ جي عوام کي ان جو وفادار ۽ اطاعت گذار بنائڻ ۾ انھن جي مدد ڪئي.

سنڌ جي تاريخ لکڻ وقت سنڌ جي ثقافتي تاريخ تي وڌيڪ ڌيان ڏيڻ جي ضرورت آھي. سنڌ جي تاريخ کي حڪمرانن جي سياسي تاريخ مان ڪڍي عوام جي زندگيءَ جي دائرن ۾ آندو وڃي. مثال طور ڳوٺن جي زندگي، قبائلي نظام، عوام جا طور طريقا ۽ ريتون رسمون، موسيقي، رقص، لباس ۽ کاڌ- خوراڪ ۽ سندن ثقافتي سرگرميون. مثال طور ميلا، ملاکڙا ۽ ڏڻ وار. جيڪڏھن عوام جي زندگيءَ جي انھن پھلوئن تي تحقيق ڪئي وڃي ته اھا تاريخ جي انھن پاسن کي اسان جي سامھون آڻيندي، جيڪي اڄ تائين نظرن کان لڪل ھئا. ان جي مدد سان اسين حڪمران طبقي ۽ عوام جي فرق کي وڌيڪ محسوس ڪنداسين ۽

اسان کي اندازو ٿيندو تہ تاريخ ۾ حڪمران ثقافت ۽ عوام ثقافت ڪهڙيءَ ريت جدا جدا پيدا ٿيون ۽ ڪهڙيءَ ريت انهن جي پرورش جدا جدا ٿي. انهن ٻنهي ثقافتن جو انجام بہ جدا جدا ٿيو. جاگيردارانہ ثقافت چاڪاڻ تہ هڪ محدود طبقي جي محدود ضرورت لاءِ پيدا ٿي، انهيءَ ڪري اها ان سان گڏ ئي ختم ٿي وئي. جڏهن تہ سنڌ جي عوامي ثقافت اڄ بہ زنده آهي ۽ اڄ سنڌ جي اها ئي سڀ کان وڏي ثقافت آهي. ان ڪري ضرورت ان ڳالهہ جي آهي تہ سنڌ جي عوامي ثقافت ۽ روايتن کي سجاتو وڃي ۽ محفوظ ڪيو وڃي تہ جيئن موجوده دؤر ۾ سائنس ۽ ٽيڪنالاجيءَ جي ڪري شهر ۽ ٻهراڙيءَ جي زندگيءَ ۾ جيڪي معاشي ۽ سماجي تبديليون اچن پيون، ان خاموش انقلاب کان اڳ ۾ ئي سنڌ جون اهي لوڪ ڪهاڻيون، لوڪ راڳ، لوڪ داستان ۽ همت ۽ بهادريءَ جون روايتون محفوظ ٿي سگهن ۽ اسان جي نئين طرز زندگيءَ جون اهي قدر جوڳو حصو بڻجي سگهن.

آخر ۾ آئون چوڻ چاهيندس تہ تاريخ کي حڪمران طبقي جي مفادن لاءِ استعمال نہ ڪيو وڃي ان کي آمر ۽ ظالم حڪمرانن جي شخصيتن کي اڀارڻ لاءِ استعمال نہ ڪيو وڃي انهن جي چاپلوسيءَ ۽ خوشامد بدران تاريخ جو ڪم اهو آهي تہ انهن جي ڏوهن تان پردو کڻي، انهن جي عوام دشمنيءَ کي عوام جي اڳيان آڻيو وڃي. انهن عوام دشمن ماڻهن کي تاريخ جي سزا ضرور ملڻ گهرجي. ائين هرگز نہ ٿئي، جو اهي تاريخ جي سزا کان بچي وڃن.

هيءُ اهو وقت آهي جو عوام کي تاريخ ۾ پنهنجو صحيح ۽ جائز مقام ڏنو وڃي، ڇاڪاڻ تہ صحيح معنيٰ ۾ عوام ئي تاريخ جي ٺاهڻ لاءِ ۽ ان کي رخ ۽ صورت ڏيڻ لاءِ ذميوار آهي. جيڪڏهن سنڌ جي تاريخ انهيءَ ريت لکي وئي تہ پڪ ئي پڪ اها عوام کي تاريخي شعور

بخشيندي ۽ انهن کي حوصلو ڏيندي تہ هو آزاديءَ ۽ خودمختياريءَ خاطر جدوجهد ڪن.

ان ڪري آئون سوچيان ٿو تہ سنڌ جي تاريخ کي انهيءَ طريقي ۽ نموني سان لکڻ کپي.

# سنڌ جي تاريخ ڪيئن لکي وئي؟

سنڌ جي بدقسمتي اها رهي آهي، جو شروعات کان وٺي سنڌ جي جيڪا تاريخ لکي وئي هئي، اها نو آبادياتي ۽ بيٺڪي نگاهه کان لکي وئي هئي، جنهن جو سبب اهو هئو جو سنڌ تي هر وقت ڪنهن نه ڪنهن صورت ۾ غيرملڪي قبضو رهيو ۽ ملڪ جي فتح ڪندڙن پاڻ انهيءَ سنڌ جي تاريخ کي پنهنجي نقطهٔ نگاهه سان لکيو ۽ بيان ڪيو. ان جو وڏو نقصان اهو ٿيو جو تاريخ کي هڪ پاسائي طريقي سان لکيو ويو ۽ سنڌ جي ماڻهن جي احساسن ۽ جذبن کي بيان نه ڪيو ويو. تاريخ جي انهيءَ نقطهٔ نظر جي ڪري سنڌ جا ماڻهو پنهنجي تاريخ جي بنيادي حقيقتن کان اڻ واقف رهيا، جنهن ڪري صحيح ادراڪ پيدا نه ٿي سگهيو.

جيڪڏهن ان قديم سنڌ جي تاريخ بابت معلومات حاصل ڪرڻ چاهيون ته ان کي مواد جي گهٽتائيءَ جو احساس ٿيندو، ايترو معلوم ضرور ٿئي ٿو ته ان دؤر ۾ ايراني، يوناني ۽ ٻين قومن سنڌ تي حملا ڪيا ۽ ايران ته سنڌ کي هڪ ڊگهي عرصي تائين پنهنجي سلطنت جو صوبو بڻائي رکيو. ان غيرملڪي اقتدار جي نتيجي ۾ سنڌ جا ماڻهو نه پنهنجي تاريخ لکي سگهيا ۽ نه پنهنجا يادگار ڇڏي سگهيا، جو جن بنياد تي اڄ جو مؤرخ قديم دؤر جي تشڪيل ڪري سگهي. سنڌ جي تاريخ تي سڀ کان وڌيڪ اثر عربن جي فتحن وڌو، ڇو ته فتحن جي ٿوري عرصي ۾ ئي سنڌ جي ڪجهه آبادي مسلمان ٿي وئي ۽ ان سان گڏ عربستان ۽ ايران مان اينڊڙ وڏي تعداد ۾ مسلمان اچي هتي آباد ٿيا ۽ اهڙي طرح سنڌ ۾ مسلمانن جي اڪثريت ٿي وئي ۽ مسلمانن جي انهيءَ اڪثريت عربن جو سنڌ فتح ڪرڻ کي هڪ نعمت قرار ڏنو.

سنڌ ۾ عرب دؤر واري حڪومت بہ انهيءَ ڪري اهم هئي، جو سڀ کان اول عرب مؤرخن سنڌ جي تاريخ لکت ۾ لکي، انهن مؤرخن سنڌ جي قديم تاريخ جي موجود مواد تي خاص ڌيان ڪو نہ ڏنو، پر عربن جي سنڌ فتح ڪرڻ بابت تمام گهڻا تفصيل لکيا، انهن سنڌ ۾ شڪست ڏنل حڪومت ۽ اِنهن جي شاهي خاندانن تي لکڻ جي ڪا بہ ڪوشش نہ ڪئي. انهيءَ ڪري عربن جي لکيل تاريخن ۾ عربن جي بهادري، شجاعت، انهن جي مذهبي رواداري ۽ سندن انتظامي صلاحيتن جو ذڪر ملي ٿو، پر برهمڻ ۽ راءِ خاندان جي باري ۾ تمام گهٽ تفصيل ملن ٿا. انهيءَ نقطئہ نظر کي نئين زندگي ان وقت ملي، جڏهن ننڍي کنڊ هندستان ۾ فرقيوارانہ جذبا پيدا ٿيا ۽ هندن ۽ مسلمانن ٻنهي پنهنجي نفرتن کي تاريخ ۾ ڳولڻ شروع ڪيو. ان ماحول ۾ جديد ملسمان مؤرخن عربن هٿان سنڌ جي فتح کي هڪ ڪارنامو قرار ڏنو ۽ ان واقعن کي ننڍي کنڊ لاءِ هڪ نعمت قرار ڏنو. سنڌ بابت جيڪي اوائلي تاريخون لکيل آهن، انهن ۾ عبدالحڪيم شرر، ابو ظفر ندوي ۽ نجيب اڪبر آبادي قابل ذڪر آهن. بعد ۾ بہ مسلمان مؤرخن انهي نقطئہ نگاہ کي جاري رکيو ۽ سنڌ جي قديم تاريخ تي ڪو بہ ڌيان ڪو نہ ڏنو. سنڌ جي قديم تاريخ تي جيئن تہ ڪو بہ ڪم نہ ٿيو هو، ان ڪري تاريخ جو اهو تسلسل نہ رهي سگهيو. شايد قديم تاريخ کي نظرانداز ڪرڻ جو هڪ سبب هي بہ هجي تہ اهي مؤرخ نہ چاهيندا هجن تہ قديم سنڌ جو شان ۽ شوڪت يا ان جي تهذيبي برتري ظاهر ٿئي، جو تہ ان صورت ۾ سندن اهو نقطئہ نظر ڪمزور پئي ٿيو تہ سنڌ جو قديم دؤر اونداهو دؤر هو. ان لاءِ سنڌ جي تهذيب تي تحقيقي ڪم لاءِ ڪا بہ همٿ افزائي نہ ڪئي وئي ۽ قديم آثارن جي کوٽائي بہ نہ ڪئي وئي تہ متان انهن دريافتن سان ڪٿي هن تهذيب جي ترقيءَ جو ڪو ثبوت نہ ملي ۽ انهيءَ ڪري قديم

سنڌ جي تاريخ جو ڪو تسلسل پيدا نہ ٿي سگهيو. جنهن اسان جي تاريخي معلومات کي محدود ڪري ڇڏيو. ان ڪري سنڌ جي سرزمين، جنهن جي تاريخ هزارها سالن تائين ڦهليل آهي، تاريخ جي مواد جي گهٽتائيءَ سبب ان جي جوڙجڪ نہ ٿي سگهي ۽ ان جو نروار ٿيندڙ ماضي دٻجي رهجي ويو. ان ڪري سنڌ جي ماڻهن ۾ احساس ڪمتري پيدا ٿي، پر جيڪڏهن هي تاريخي سرمايو دنيا جي اڳيان اچي ها تہ اهو هنن ۾ اعتماد پيدا ڪري ها. سنڌ جي تاريخ جو ٻيو دؤر مغلن جي حڪومت جو آهي، جنهن ۾ مغلن سنڌ کي هڪ بيٺڪيت حيثيت ڏني. انهي ۾ ڪو شڪ نہ آهي تہ ان دؤران مغل حڪومت جي ٻين صوبن ترقي ڪئي ۽ مغلن کان گهڻو ڪجهہ سکيا، پر انهيءَ سڄي دؤر ۾ سنڌ هڪ پوئتي رهجي ويل صوبو رهيو ۽ مغلن سنڌ جي معاملن ۾ ڪا بہ دلچسپي نہ ورتي ۽ نہ وري ان جي ترقيءَ لاءِ ڪي منصوبا جوڙيا. سنڌ ۾ مغلن جي اهڙي بي رخي يا عدم دلچسپي هم عصر مؤرخن جي ڪتابن ۾ ملي ٿي. انهن مؤرخن پنهنجن وڏن تاريخي ڪتابن ۾ جتي هندستان ۽ ٻين صوبن جو ذڪر تمام گهڻي تفصيل سان ڪيو آهي، اتي سنڌ جي حالتن جو ذڪر تمام مختصر انداز ۾ ڪيو آهي. انهيءَ سبب جي ڪري اڄ جڏهن جديد مؤرخ سنڌ جي تاريخ جوڙڻ جو ارادو ڪري ٿو تہ ان کي مغل مؤرخن جي هم عصر تاريخن ۾ سنڌ بابت تمام گهٽ مواد ملي ٿو ۽ جيڪڏهن ڪجهہ مواد ملي بہ ٿو تہ ان جو نقطئہ نظر مغل آهي، سنڌي ناهي. انهيءَ ڪري اسان اهو اندازو نہ ٿا لڳائي سگهون تہ سنڌ جي ماڻهن جو مغل حڪومت جي باري ۾ ڇا خيال هو ۽ انهن انکي ڪيتري حد تائين تسليم ڪيو.

سنڌ جي تاريخ جو ٽيون اهم پهلو انگريزي حڪومت جو آهي. انهيءَ لحاظ کان تاريخ جي تعبير ۽ تفسير ۾ جيڪا تبديلي آئي، اها بہ

پنهنجي جڳهہ تي انتهائي اهم آهي. انهي عرصي ۾ امپيريلزم (سامراج) پنهنجي شڪل ۽ حيثيت بدلائي چڪو هو ۽ برطانوي حڪومت پنهنجن فتحن بابت نوان اخلاقي جواز مهيا ڪري رهي هئي. هندستان ۾ جڏهن ايسٽ انڊيا ڪمپني هندستاني علائقن ۽ رياستن کي فتح ڪرڻ شروع ڪيو تہ انهن پنهنجي فتحن لاءِ نوان اخلاقي جواز ڳوليا. انهن ۾ هڪ مشهور نظريو ”گوري ماڻهو(انگريز) جو بار“ آهي، جنهن لاءِ انگريزن پنهنجي تاريخ، ادب، سياست، اقتصاديات ۽ ٻين علمن جي مدد حاصل ڪئي. تہ متئين نظرئي کي مضبوط بڻائجي تہ جيئن انهيءَ نظرئي تحت ڪين جنهن بہ علائقي تي حملو ڪرڻو هجي يا جتي پنهنجو اقتدار قائم ڪرڻ چاهي تہ اتان جي علائقي جي حالتن ۽ اتان جي حڪمرانن ۽ عوام جي تصوير هڪ خاص منصوبي تحت بيان ڪري سگهن. مثال طور: مقامي حڪومت ظالم ۽ حڪمران مطلق العنان آهن. ان علائقي جي معاشيات تباهہ آهي ۽ زراعت پنتي پيل آهي ۽ اتان جي قانون جي ڪا بہ بالادستي نہ آهي ۽ امن ۽ امان جي صورتحال تمام خراب آهي، انهن جو ادب، آرٽ، فن ۽ صنعت ۽ هنر زوال هيٺ آهي ۽ اتان جا ماڻهو سست، ڪاهل ۽ نڪما آهن. مقامي ماڻهن جو سست ۽ ڪاهل هجڻ جو تصور برطانوي سامراج لاءِ مرڪزي حيثيت بڻجي چڪو هو، ڇو تہ اهو سبب برطانوي حڪومت لاءِ حڪمراني ڪرڻ لاءِ جواز پيدا ڪري رهيو هو. ساڳئي وقت انهيءَ صورتحال ۾ انهيءَ ڳالهہ جو باور ڪرايو پئي ويو تہ گوري انگريز جو اهو فرض آهي تہ هو هاڻي ان علائقي تي قبضو ڪري ۽ اتان جي مقامي ماڻهن کي ظالم ۽ مطلق العنان حڪمرانن کان نجات ڏياري ۽ اتي هو برطانوي حڪومت ذريعي قانون کي لاڳو ڪري ۽ امن و امان قائم ڪري عوام جي زندگي کي خوشگوار بڻائي.

اهڙي طرح برطانوي سياستدانن سنڌ فتح ڪرڻ کان اڳ سنڌ جو نقشو به اهڙي نموني چٽيو هو. يورپي سياحن، سفارتڪارن ۽ انتظاميا يا اهي ماڻهو جيڪي سنڌ ۾ آيا انهن سنڌ بابت پنهنجا خيال انگريز حڪمران طبقن ۾ مقبول بڻايا ۽ جڏهن انهن سنڌ تي حملو ڪري ان کي قبضي هيٺ آندو ته ان لاءِ سنڌ کي فتح ڪرڻ جو جواز اڳواٽ ئي موجود هو. انهيءَ ڪري برطانوي حڪومت ۾ به سنڌ جي تاريخ کي بينڪي نقطئه نظر کان پيشِ ڪيو ويو ۽ انهن برطانوي راڄ هلائيندڙ ڪارندن جي زندگيءَ جي حالتن جن سنڌ تي حڪومت ڪئي، انهن جي ڪردار ۽ ڪارنامن کي وڌائي سڌائي پيش ڪيو ويو ۽ انهيءَ ڳالهه کي ثابت ڪيو ويو ته سندن سڌارن جي ڪري سنڌ پسماندگيءَ مان ترقيءَ جي مرحلي ۾ داخل ٿي آهي. برطانوي سامراج جي تاريخ جي انهيءَ نقطئه نظر نه رڳو سنڌ بلڪ سڄي ننڍي کنڊ جي ماڻهن کي انهي سخت احساس ڪمتري ۾ مبتلا رکيو ۽ وٽن اهو احساس جاڳيو ته واقعي سڄي هندستان جي جديد ترقي جو دارومدار انگريزن تي هو ۽ انهن جي ڪوششن سان ئي هندستان جديد دؤر ۾ داخل ٿيو ۽ هتان جي ماڻهن ۾ ڪا به اهڙي صلاحيت ۽ اهليت موجود نه هئي جا کين پسماندگيءَ مان ڪڍي جديد دؤر ۾ آڻي سگهي.

ننڍي کنڊ جي ورهائجڻ کان پوءِ ان ڳالهه جي اميد هئي ته اسان تاريخ جي ان بينڪي نقطئه نگاهه کان ڇوٽڪارو حاصل ڪري سگهنداسون ۽ پنهنجي تاريخ جي جوڙجڪ قومي بنيادن تي ڪري سگهنداسون، پر بدقسمتيءَ سان جيئن اسان پين نو بينڪي ادارن ۽ روايتن کان پاڻ کي آزاد نه ڪيو. اهڙي طرح تاريخ به ساڳئي بينڪي نقطئه نظر سان لکي پئي وئي. ان جو سبب اهو آهي ته اسان جي حڪمران طبقي کي انهيءَ نقطئه نظر مان فائدو هو. انهيءَ ڪري آزادي

بعد بہ انھن پاڻ بہ بينڪي تصورن، خيالن ۾ نظرين جو استعمال ڪيو ۽ سنڌ جي ماڻهن کي اڳي وانگر سست، ڪاهل ۽ نڪمو چيو ويو. تہ جيئن اهو ثابت ڪري سگهجي تہ سنڌ جا ماڻهو انهيءَ قابل نہ آهن تہ هو پاڻ حڪومت ڪري سگهن ۽ اها سنڌ جي روايت رهي آهي تہ انهن تي هميشہ غيرملڪين حڪومت ڪئي آهي. ان لاءِ سنڌ تي حڪومت ڪرڻ ۽ سنڌ جي ماڻهن کي مهذب بنائڻ هڪ دفعو وري ٻين جي ذميواري ٿي پئي.

بدقسمتي اها بہ هئي تہ سنڌ جي مؤرخن بہ حالتن جي تبديلي سان گڏ پنهنجي تاريخ کي نئين نموني مطابق سهيڙڻ يا جوڙڻ ڏانهن پورو ڌيان نہ ڏنو ۽ انهيءَ نقطئہ نظر کي بدلائڻ جي ڪوشش نہ ڪئي. انهن بينڪي تاريخ جي نقطئہ نظر جي بجاءِ تنگ نظر قومي نقطئہ نظر کي جاءِ ڏيڻ جيٰ ڪوشش ڪئي. جنهن ڪري انهن تاريخ کي هڪ محدود وزن ڏنو ۽ ان ذريعي هو سنڌ جي عوام ۾ ڪو تاريخي شعور پيدا ڪري نہ سگهيا. هڪ اهڙو شعور جيڪو عوام جي اهميت کي اجاگر ڪري ۽ منجهن اتحاد پيدا ڪري، ڪين ان اهميت جو احساس ڏياري.

هن وقت سنڌ جي مؤرخن ٻہ رستا اختيار ڪري ورتا آهن. هڪ تہ هو سنڌ جي تاريخ کي مذهبي نقطئہ نظر سان لکي رهيا آهن يا وري قومپرستيءَ واري خيال سان، اهي ٻئي رستا تنگ نظري ۽ محدود Visionڏانهن وٺي وڃن ٿا. تاريخ جي صحيح جوڙجڪ صرف ان وقت ٿي سگهي ٿي، جڏهن ان کي عوامي نقطئہ نگاهہ کان لکيو وڃي ۽ تاريخ کي حڪمرانن ۽ شخصيتن جي چار مان ڪڍي عوام تائين آندو وڃي ۽ کين تاريخ ۾ صحيح مقام ڏنو وڃي، جو تہ صرف انهي نقطئہ نظر تحت اهو ممڪن آهي تہ ماڻهن کي تاريخ ۾ دلچسپي ٿيندي ۽ هو پنهنجي اهميت کان واقف ٿيندا ۽ بعد ۾ هو پنهنجي حقن جي جدوجهد ڪري سگهندا.

سنڌ جي پوري تاريخ ۾ ٿيو ائين آهي تہ هتان جي حڪمران طبقي خود پاڻ کي عوام کان پري رکيو، جنهن جي ڪري نہ رڳو اهي پاڻ ڪمزور ٿيا، پر ماڻهن کي بہ ڪمزور ڪري ڇڏيائون. جڏهن بہ غيرملڪي حملي آور هتي آيا تہ، نہ انهن جي مزاحمت حڪمران طبقن ڪئي ۽ نہ وري عوام ٿي ڪئي، ان ڪري تاريخ جو سبق اهو آهي تہ رڳو باشعور عوام جي مدد ذريعي آزادي جي جنگ وڙهي سگهجي ٿي يا پنهنجا حق حاصل ڪري سگهجن ٿا.

# سنڌ جي تاريخ جو پس منظر

هر علائقي ۽ ملڪ جي تاريخ ڌار خاصيتن واري هوندي آهي. تاريخ جوڙڻ ۾ ان جا نيڻ نقشا ناهڻ ۾ انهيءَ ملڪ جي آبهوا، جاگرافيائي بيهڪ، پيداواري اوزارن ۽ ذريعن جو وڏو عمل دخل هوندو آهي. تاريخي عمل هر قوم ۽ ملڪ ۾ هڪجهڙو نہ هوندو آهي. تنهن ڪري ترقيءَ جي رفتار بہ هر علائقي ۽ سماج ۾ مختلف هوندي آهي ۽ تاريخ جي واڌ ويجهہ بہ جدا جدا ڌارائن ۾ ٿيندي آهي. جيتوڻيڪ اسين تاريخي عمل کي سمجهڻ لاءِ ان جا دؤر طئہ ڪندا آهيون. مثال طور: غلاماڻو دؤر، جاگيرداراڻو دؤر وغيره، پر اسان اهو طئہ نہ ٿا ڪري سگهون تہ هڪڙي دؤر جي ختم ٿيڻ ۽ ٻئي دؤر ۾ داخل ٿيڻ جو ڪو مخصوص وقت آهي. هر سماج پنهنجي معاشي، سماجي ۽ سياسي دٻاءَ هيٺ اندروني تبديلين کي منهن ڏيندو آهي ۽ دير سوير هڪڙي دؤر مان گذري ٻئي دؤر ۾ داخل ٿيندو آهي ۽ ائين تاريخي عمل جاري رهندو آهي.

سماج ۾ تبديليون هڪدم ۽ اوچتيون ڪو نہ ايندڙيون آهن، پر اندر ئي اندر پيچ ڌاهہ جي عمل کي جاري رکنديون آهن. هڪڙو نظام قائم ٿيڻ کانپوءِ اها ڪوشش ڪندو آهي تہ پنهنجون پاڙون گهرائيءَ تائين هيٺ پاتال ۾ پهچائي ۽ تبديليءَ جا سيئي رستا بند ڪري ڇڏي، تنهن ڪري ڪنهن پراڻي نظام کي پاڙئون پٽڻ لاءِ انقلاب جي ضرورت هوندي آهي.

سنڌ جي تاريخ کي سمجهڻ لاءِ سڀ کان پهرين ضروري آهي تہ ان جي جاگرافيائي بيهڪ ۽ حالتن کي سمجهڻ گهرجي. ڪنهن بہ علائقي تي جاگرافي جا اثر ٻن قسمن جا ٿيندا آهن، پهريان: اهي قطري خاصيتون، جيڪي ڪنهن خطي جون اڻٽٽ حصو هونديون آهن، جيئن

جبل، درياھ، ميدانِ، رڻ پٽ ۽ موسمن جي سختي، نرمي، مثال: برساتن جو وڏڻ يا گھٽجڻ، سيءَ پوڻ يا گرمي ٿيڻ وغيره. ٻيا اثر: اهي فطري آفتون آهن، جيڪي وقت بوقت ايندڙيون رهنديون آهن، جهڙوڪ: زلزلا، ٻوڏون ۽ طوفان، جبل، درياھ، ميدان ۽ رڻ پٽ جي رهواسين ۾ خاص قسم جون خاصيتون پيدا ٿي وينديون آهن. مثال طور، جبلن ۽ بيابانن ۾ رهندڙ ماڻهو زراعت يعني پوکي راهي کو نہ کري سگھندا آهن. اهي ماڻهو چوپايو مال پالڻ کي پنهنجي روزيءَ جو ذريعو بڻائيندا آهن ۽ هڪ هنڌ مستقل طور رهڻ بدران خانہ بدوشيءَ واري زندگي سندن خصوصيت هوندي آهي. وڏڪار، چراگاهن ۽ ماڙين جي ڳولها ۾ زرخيز ميدانن جو رخ كندا آهن. اهي ماڻهو قبيلن، راڄن، برادرين جي شڪل ۾ رهندا آهن ۽ هر قبيلي جا پنهنجا طور طريقا ۽ قاعدا قانون ۽ روايتون هونديون آهن، جن تي پابنديءَ سان عمل ڪيو ويندو آهي.

اهو سلسلو هلندو رهيو، ايتري قدر جو اهي ماڻهو بيابانن ۽ جبلن جي آزاد زندگيءَ جا هيراڪ ٿي پيا ۽ ڪنهن سرڪار جي ماتحتيءَ هيٺ رهڻ کو نہ قبوليندا هئا ۽ نہ وري حڪومت جي قانونن کي مڃيندا هئا. کين حڪومت کي ٽئڪس ڏيڻ پڻ قبول ڪو نہ هو. پر اهي قبيلا ۽ راڄ هڪ ٻئي سان ايترا تہ اختلاف رکندا هئا ۽ هر برادري پنهنجي رسمن، رواجن ۽ روايتن تي ناز ڪندي هئي جو انهن جو پاڻ ۾ ٻڌي ڪرڻ ممڪن نہ هئو. قبائلي جهيڙا ۽ جنگيون کين لڳاتار ڪمزور ۽ هيڻو بڻائي ڇڏينديون هيون ۽ اهي برادريون ۽ قبيلا ايتري ٻہ سگھہ ڪو نہ رکندا هئا جو مرڪزي حڪومت سان مهاڏو اٽڪائي سگھن. پر اهي قبيلا مرڪزي سرڪار لاءِ سدائين مٿي جو سور بڻيل هئا، ڇو تہ اهي پنهنجون معاشي ضرورتون پوريون ڪرڻ لاءِ زرخيز علائقن ۽ شهرن ۾ ڦرمار ڪندا رهندا هئا. سنڌ جي آباديءَ جو هڪ حصو اهڙن ئي راڄن،

برادرين ۽ قبيلن تي مشتمل هو. جيڪو جابلو علائقن، بيابانن ۽ رڻ پٽن ۾ يا تہ ننديا ننديا واهڻ اڏي رهندا هئا يا وري خانہ بدوشن واري زندگي گذاريندا هئا ۽ انهن جون معاشي ضرورتون سندن چوپائي مال مان پوريون ٿينديون هيون. چوپايو مال انهن لاءِ سڀ ڪان وڏي دولت هئي. انهن ماڻهن جون وڏيون جنگيون ۽ جهيڙا جهٽا بہ اڪثر مال جي چوريءَ تي ٿيندا هئا. انهن جي ثقافتي زندگي ۽ شهر جي تمدني زندگيءَ وچ ۾ فرق هو. جنهن اوپرائپ جي هڪ وڏي ڀت ڪڙي ڪري ڇڏي ۽ شهري ماڻهن لاءِ هي ماڻهو اڻ پڙهيل ۽ اڻ سڌريل هئا، جڏهن تہ هي ماڻهو شهر جي ماڻهن جي سکي سهنجي حياتيءَ جي ڀيٽ ۾ پنهنجي سادي کهري ۽ پورهئي پگهر واري زندگيءَ کي پسند ڪندا هئا ۽ شهري زندگيءَ کي ڌڪاريندا هئا. جيئن تہ اهي لاڏائو ماڻهو پنهنجي حفاظت پاڻ ڪندا هئا، تنهن ڪري سرڪار جي طاقت ۽ اقتدار کي ڪو نہ مڃيندا هئا.

جبلن ۽ بيابانن جا رهواسي فطرت جي سختين جا شڪار هئا، تنهنڪري سندن سيئي صلاحيتون فطرت جي موڪليل آفتن جو مقابلو ڪرڻ ۾ خلاص ٿي وينديون هيون. اهي ماڻهو جبلن ۽ بيابانن ۾ اهڙا قيد ۽ قابو ٿي ويا جو ٻاهر جي دنيا سان انهن جو لڳ لاڳاپو گهٽجندو ويو ۽ انهيءَ ورهاڱي ڪين ٻين علائقن ۾ ٿيندڙ تبديلين کان بي خبر رکيو. فطرت جي سختين ۽ پاڻ ۾ جنگين سبب سندن آبادي بہ گهٽي وڌي نہ سگهي ۽ ضرورتن جي گهٽجڻ يا محدود ٿيڻ جي ڪري انهن ۾ نواڻ ۽ تخليق جا جذبا بہ اسري ۽ نسري نہ سگهيا. وڻج واپار جي گهٽتائيءَ سبب انهن ماڻهن جا ٻين علائقن سان واسطا پيدا ٿي نہ سگهيا ۽ اهو ئي سبب آهي جو تاريخي عمل انهن علائقن ۾ قيد ۽ گرفتار ٿي رهيو.

2- سنڌ ۾ جيڪي ماڻهو زرخيز ميدانن ۾ آباد هئا، انهن جي ڪرت پوکي راهي ۽ چوپايو مال پالڻ هو. اهي ڳوٺن جي شڪل ۾

پنهنجي زمينن جي ويجهو رهندا هئا ۽ پنهنجي پنيءَ ٻاري جي حفاظت لاءِ مرڪزي سرڪار جو تحفظ پڻ چاهيندا هئا ۽ ان حفاظت جي عيوض اهي نہ رڳو سرڪار کي ٽئڪس ڏيندا هئا، بلڪہ حڪومت سان وفادار بہ رهندا هئا ۽ فطري طور امن پسند هئا ۽ جنگ جدل کان پري رهندا هئا.

سنڌ جا وڏا شهر ۽ آباديون درياهہ جي ڪناري سان آباد هئا، ڇو تہ درياهہ جي ڪري نہ رڳو زراعت اختيار ڪرڻ جون سهولتون هيون، پر خام مال مان جيڪو سامان تيار ٿيندو هو، اهو بيڙين رستي سولائيءَ سان هڪ هنڌان ٻئي هنڌ پهچايو ويندو هو. جيئن تہ انهن شهرن ۾ حڪومت جا ڪارندا، عهديدار ۽ سرڪاري خدمتگذار رهندا هئا، تنهن ڪري انهن جي ضرورتن جي پورائي لاءِ شهرن ۾ صنعت ۽ هنرمنديءَ کي واڌارو ملندو هو ۽ جيڪو سامان سندن ضرورتن کان وڌيل هوندو هو، اهو ٻاهر موڪليو ويندو هو.

پر سنڌو درياهہ پنهنجو وهڪرو بدلائيندو رهندو هو، تنهن ڪري درياهہ جي ڪناري آباد شهر بہ درياهہ جي وهڪري سان آباد ٿيندا يا برباد ٿيندا هئا. اهڙيءَ ريت گهرو ويڙهہ ۽ ٻاهرين حملن ۽ هلائن جي صورت ۾ بہ شهرن تي حملا ڪيا ويندا هئا ۽ گهيراءُ ڪرڻ يا قبضي جي صورت ۾ پڻ هتي لٽ مار ٿيندي هئي ۽ انساني آبادي جو قتلام ٿيندو هو، جنهن سان شهري زندگي تباهہ ۽ برباد ٿي ويندي هئي. صنعت ۽ هنرمندي تباهہ ٿيندي هئي. دستڪار ۽ فنڪار ساهہ جي ڊپ کان ديس ڇڏي جلاوطنيءَ جي زندگي گذاريندا هئا. اهو ئي سبب آهي جو ڪا بہ صنعت ۽ هنرمندي گهڻي واڌ ويجهہ حاصل ڪري نہ سگهندي هئي.

ان ڪانسواءِ سنڌ ۾ زمين جو گهڻو حصو جبلن، غيرآباد زمينن ۽ بيابانن تي مشتمل هو. هتي زرخيز زمينن جو تعداد گهٽ هو، تنهن ڪري صنعت لاءِ ڪچو مال ڪو نہ ملندو هو. چراگاهن جي کوٽ سبب

چوپائي مال جو انگ پڻ گهٽو ڪو نہ وڌي سگهندو هو. حڪومتن جي سخت رويي، گهرو لڙاين، آسماني ۽ زميني آفتن، طوفانن، ٻوڏن ۽ ماڪڙ جي حملن پڻ زراعت، صنعت ۽ هنرمنديءَ کي نقصان رسايو پئي. مجموعي طور انهن فطري/قدرتي آفتن ۽ سياسي تبديلين جو نتيجو اهو نڪتو تہ هتي پيداوار جا اوزار ۽ ذريعا ترقي نہ ڪري سگهيا. نوان اوزار ۽ پرزا ايجاد ڪو نہ ٿيا، جيڪي پيداوار وڌائين، ڇو تہ ضرورت کان وڌيڪ پيداوار نہ رڳو تخليقي صلاحيتن لاءِ وقت مهيا ڪندي آهي، پر ان جي اثر سان صنعت ۽ هنرمنديءَ ۾ بہ ترقي ٿيندي آهي.

واپار جي ڦهلاءَ ۾ سڀ کان وڏي رنڊڪ رستن جو غير محفوظ هجڻ هو. خانہ بدوش ۽ قبيلا واپاري قافلن کي ڦريندا هئا، جنهن ڪري هڪ هنڌ کان ٻئي هنڌ تائين واپار جو وکر ڪٽي وڃڻ غيرمحفوظ هو ۽ حفاظت لاءِ سپاهہ جو هڪ وڏو انگ ملازم طور پاڻ سان گڏ وٺي وڃڻو پوندو هو، جيڪو عمل واپارين جي خرچ کي تمام گهٽو وڌائي ڇڏيندو هو. اقتصادي خوشحالي نہ هجڻ ڪري عوام ثقافتي سرگرمين ۾ ڀرپور ڀهرو وٺي ڪو نہ سگهيو. رڳو هڪ مخصوص طبقو، جيڪو پيداواري ذريعن تي قابض هو ۽ شهرن ۾ رهندو هو، ان ضرور جاگيرداراڻي ثقافت کي پيدا ڪيو، پر ان جون پاڙون عوام ۾ ڪتل نہ هيون

3- سنڌ پنهنجي جاگرافيائي بيهڪ جي ڪارڻ سدائين ٻاهرين حملہ آورن جي نشاني تي رهي آهي. انهن هلاڪن ڪندڙ ۽ حملہ آورن جي اڪثريت اترين سرحدي علائقن مان بولان لڪ، گومل، توچي، ڪرم ۽ خيبر وارن رستن کان ايندي هئي. اتر هندستان ۾ ترڪن ۽ مغلن جي حڪومت قائم ٿيڻ کانپوءِ اهي پڻ سنڌ کي پنهنجي قبضي ۾ رکڻ لاءِ حملا ڪندا هئا. حملہ آورن کي روڪڻ لاءِ سنڌ ۾ نہ وڏا جبل هئا ۽ نہ وري گهاٽا ٻيلا هئا، رڳو ميداني علائقا، سو ڪاهون ڪندڙ ڪاهيندا

ڏوڪيندا وڏندا ايندا هئا. درياهہ انهن لاءِ ڪا وڏي رنڊڪ ڪو نہ بڻجندو هو. ڇاڪاڻ تہ درياهہ ٻيڙين ذريعي پار ڪيو ويندو هو.

حملہ آور رستي ۾ موجود شهرن، ڳوٺن، آبادين تي قبضا ڪندا، لٽ مار ڪندا، قتلام ڪندا گاديءَ واري شهر تائين اچي پهچندا هئا. سنڌ جي حالت جي ڪري هتان جي حڪمرانن جا وسيلا بہ محدود هوندا هئا ۽ اهي وري تورن گهٽن وسيلن ڪي بہ فقط پنهنجي ذات تي خرچ ڪندا هئا. تنهن ڪري سنڌن مالي وسيلا ڪين اجازت ئي ڪو نہ ڏيندا هئا تہ اهي ڪا تربيت يافتہ فوج رکن ۽ ملڪ جي سرحدن جي حفاظت ڪري سگهي.

سنڌ جا شهر گهيري جي صورت ۾ گهڻو عرصو حملہ آورن جو مقابلو ڪري نہ سگهندا هئا. ڇاڪاڻ تہ ڪاڌي پيتي ۽ غذائي سامان جي کوٽ جلد ئي هٿيار ڦٽي ڪرڻ تي مجبور ڪندي هئي. ارغونن ۽ ترخانن، مغلن خلاف اهو طريقو اختيار ڪيو تہ سنڌن راهہ ۾ ايندڙ ٻنين ۽ باغن کي ساڙي، لتاڙي، پيلائي تباهہ ۽ برباد ڪري ڇڏيو. جاني بيگ تہ ٺٽي شهر کي باهہ ڏياري ڇڏي هئي. پر ان سان گهڻو نقصان سنڌ جي عام ماڻهن کي ٿيو. جيڪي ٻنين ۽ باغن جي تباهيءَ ڪان پوءِ هيڏانهن هوڏانهن دربدر پيا ٿيندا هئا.

حملہ آورن جي ڪاميابيءَ جو ٻيو وڏو سبب اهو بہ هو تہ سنڌ جي اڪثر حاڪم گهراڻن جو تعلق ٻاهرين ملڪن سان هو. انهن هتي طاقت جي زور تي اقتدار قائم ڪيو هو. حقيقت ۾ انهن جو اقتدار شهرن تائين محدود هو. جتي اهي پنهنجي حمايتي ماڻهن سان گڏ رهندا هئا. انهن جو لاڳاپو سنڌ جي آباديءَ سان نہ هجڻ جي برابر هو. انهن جي ٻولي، رهڻي ڪهڻي، کاڌ خوراڪ، ڪپڙو لٽو، طور طريقا، عادتون ۽ روايتون مقامي ماڻهن ڪان مختلف هيون. فاتح هجڻ جي حيثيت ۾ اهي

پاڻ کي معتبر ۽ مٿيرو سمجھندا هئا ۽ رعايا سان سخت رويو اختيار ڪندا هئا. فوجي عاملن جي سختي، رشوت خوري ۽ عدم تحفظ سبب رعايا پاڻ کي ويچارو، لاچار ۽ نڌڻڪو محسوس ڪندي هئي، تنهن ڪري حاڪمن ۽ محڪوم ماڻهن ۾ همدرديءَ ۽ وفاداريءَ جو ڪو گهرو لاڳاپو ڪو نہ هو. اهو ئي ڪارڻ هو تہ حملي جي صورت ۾ حڪمران گهراڻن کي پنهنجي پاڙي جي فوج سان گڏجي پنهنجو بچاءُ ڪرڻو پوندو هو. حڪومتن جي انهن تبديلين جا اثر مقامي آبادي تي پوندا هئا ۽ جيڪي ماڻهو جبلن ۽ رڻ پٽن ۾ رهندا هئا، انهن تي گهٽا ڪو نہ پوندا هئا ۽ اڪثر ماڻهو تہ انهن تبديلين کان بي خبر ئي رهندا هئا.

سنڌ ۾ ڪو بہ حاڪم گهراڻو پنهنجون پاڙون پڪيون ڪري ڪو نہ سگهيو ۽ ان کي عوام ۾ مٿيرائپ ۽ مان ملي نہ سگهيو، جيئن هندستان ۾ مغل خاندان کي حاصل هئا. حڪمران گهراڻن جي انهيءَ ڪمزوريءَ سبب تخت ۽ تاج حاصل ڪرڻ لاءِ سدائين گهرو ويڙهہ لڳل هوندي هئي، جنهن سان انهن جي فوجي سگهہ ختم ٿيندي وئي، بلڪ ائين چئجي تہ حڪمرانن جا اقتصادي ۽ مالي ذريعا پڻ ضايع ٿيندا ويا. سنڌ جي تاريخ جو اهو الميو رهيو آهي تہ هتي نہ رڳو غير ملڪي خاندان حاڪم بڻيل رهيا آهن، پر انهن گهراڻن سنڌ جي اصلي مقامي باشندن سان خراب سلوڪ اختيار ڪري انهن کي اڳيان وڌڻ کان بہ روڪيو ۽ سندن صلاحيتن کي اپرڻ جو موقعو ڪو نہ ڏنو. ارغونن، ترخانن، مغلن، ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي دؤر تائين هتي انهن ماڻهن کي عزت ۽ پذيرائي ملندي هئي، جيڪي وچ ايشيا، ايران، افغانستان يا اتر هندستان کان ايندا هئا. انهن جي مادري ٻولي فارسي هئي. انهن ئي ماڻهن کي حڪومت ۾ وڏا عهدا ۽ نوڪريون هونديون هيون. اهي ماڻهو حڪمران طبقي ۾ ڳڻيا ويندا هئا. حڪمران ٽولي جي حيثيت سان اهي ماڻهو پاڻ کي مقامي ماڻهن کان ڌار ڪري پنهنجي نسل ۽ خاندان ۽ ذات پات کي پاڪ رکندا هئا. شهرن ۾ تہ انهن جا ڌار پاڙا ۽ محلا هوندا هئا.

اهي ماڻهو ثقافتي ۽ تهذيبي طور مقامي ماڻهن کي گهٽ درجي جو سمجهندا هئا. هي ماڻهو شهرن ۾ رهندا هئا، جڏهن تہ سنڌ جي اڪثريت ڳوٺن ۽ ٻهراڙين ۾ رهندي هئي. اهڙيءَ ريت سنڌ ۾ ٻہ برابر ثقافتون وڌڻ ويجهڻ لڳيون، هڪڙي حڪمران طبقي جي ۽ ٻي محڪوم طبقي جي، جنهن جو نتيجو اهو نڪتو جو سنڌ جا مقامي ماڻهو جيڪي سنڌ جي اندرين علائقن ۾ شهرن کان پري، الڳ ٿلڳ رهندا هئا، انهن کي اهو موقعو ملي نہ سگهيو جو اهي حڪومت ۽ ان جي انتظامي ونهوارن ۾ ڀهرو وٺي سگهن ۽ اهي ماڻهو سنڌ جي بيابانن ۽ جبلن ۾ قيد، زماني جي رفتار کان اوپرا ۽ بي خبر رهيا. لڳاتار محڪوميءَ، هورِيان هورِيان انهن ماڻهن جي جذبن ۽ امنگن کي ختم ڪري ڇڏيو ۽ ڪڏهن انهن جي طرفان ڪي بغاوتون اٿيون بہ تہ، انهن کي بہ سختيءَ سان چٿيو ويو ۽ اهو ئي سبب آهي تہ قوم جي تاريخ جوڙڻ جو جذبو سندن گرم سيني ۾ سرد ٿي ويو.

4- سنڌ ۾ وچ ايشا، ايران، افغانستان ۽ عرب ملڪن مان جيڪي انتها پسند ماڻهو لڏي آيا، انهن هتي مذهبي تنگ نظري ۽ تفرقن کي پيدا ڪيو. انهيءَ مذهبي مت ڀيد جي پس منظر ۾ جن حالتن جو عمل دخل هو، اهي هي آهن: انهن ماڻهن طرفان لڏ پلاڻ کان ڪين پنهنجي تحفظ ۽ اقتصادي مراعت جي گهرج هئي جيڪي ڪين انهيءَ صورت ۾ ملي سگهيون ٿي، جڏهن ان کي پنهنجي ميراث بنائي ڇڏين. ان کان پوءِ سندن حق ٿيندو هو تہ اهي سرڪار کان اقتصادي امداد طور زمينون ۽ جاگيرون وٺن. حڪومت ذريعي قاضي مفتي ۽ صدر جي عهدن تي پنهنجو پاڻ کي مقرر ڪرائين. مدرسن لاءِ سرڪار کان مالي امداد وٺڻ ۽ مذهبي محصولن ۽ ٽئڪسن جي وصولي ڪن.

جڏهن اهي سرڪار جي اقتدار ۾ شريڪ ٿي ويندا هئا تہ انهن وٽ سياسي سگهہ بہ اچي ويندي هئي ۽ ان جي ذريعي اهي پنهنجي مخالفن کي ختم ڪري يا ڪمزور ڪري ڇڏيندا هئا يا وري بلڪل ئي ختم ڪري ڇڏيندا هئا. اهو ئي سبب آهي جو انهن هر انهيءَ روشن خيال ۽ آزاد خيال هلچل کي ختم ڪري ڇڏيو جيڪا سماج ۾ مذهبي رواداري قائم ڪري نسلي برتري ختم ڪرڻ گهرندي هئي.

حڪومت جي تبديلي وقت بہ انهن ماڻهن جو طبقو پنهنجي مفادن کي ڏسندي وفاداري بدلائي ويندو هو. مثال طور: بکر جي سيدن، ارغونن جو ساٿ ڏنو ۽ سنڌ جي ارغون دشمن مقامي قبيلن ڌاريجن، بلوچن ۽ ماڇين جي قتل عام ۾ انهن جي مدد ڪئي.

5- سنڌ جو معاشرو عربن کان وٺي ٽالپرن جي دؤر تائين جاگيرداراڻو رهيو. جنهن ۾ پيداوار جي وسيلن تي چند طبقن جو قبضو رهيو. ان ڪري جيڪي بہ سياسي تبديليون آيون، اهي سماج جي ڍانچي کي بدلائي نہ سگهيون. حڪمران خاندان بلدجندا رهيا. خانہ جنگيون ٿينديون رهيون، پرڏيهي حملي آور هر ڀيري ڪامياب ٿيندا رهيا. پر اهي سڀئي واقعا سماج ۾ ڪو انقلاب نہ آڻي سگهيا. ڇاڪاڻ تہ هر دفعي اقتدار ۾ ايندڙ ان جاگيرداري نظام ۾ پنهنجي بقا ۽ تحفظ کي ڏسندو هو. ان ڪري حڪومت جي انهن سڀني استحصالي ادارن کي موجود رکڻ سندن مفاد ۾ هو. جنهن جو نتيجو اهو نڪتو تہ جاگيرداري نظام، قدر ۽ روايتون پنڊ پهڻ بڻجي ڄمي ويون ۽ انهن تبديلي جا سڀئي رستا بند ڪري ڇڏيا. تاريخ جي رفتار کي هڪ دائري ۾ قيد ڪري ڇڏيو ۽ ان سان ذهن ۽ شعور جي پختگي بہ نامڪمل رهجي وئي.

اهڙين حالتن ۾ جاگيردار طبقي عوام کي رڳو استحصال جو هڪ ذريعو سمجهي ورتو ۽ انهن جا مسئلا بہ وڌندا ويا. انهن جي ڏکن، تڪليفن ۽ اذيتن ۾ اضافو ٿيندو ويو. غربت ۽ مفلسي، لاچاري ۽

مجبوري، بيماري ۽ جسماني هيٺائپ، ڏاڍ ۽ جبر، دٻ ۽ خوف ان سماج جون خصوصتيون بڻجي ويون ۽ ماڻهن ۾ اعتماد جي کوٽ ٿي وئي، ان جو رد عمل تصوف جي شڪل ۾ ظاهر ٿيو، جنهن ۾ مقابلي ڪرڻ بدران صبر ۽ سهپ جي عمل جي تبليغ ڏني ويندي هئي، تنهنڪري سنڌ ۾ هر هنڌ تي پيرن، مرشدن ۽ بزرگن جون مزارون ماڻهن جي سڪائن جو ڳڙهه بڻجي ويون. انهن سان عوام جو دلي لڳاءُ ان ڳالهه جي نشاندهي پيو ڪري ته حڪومتون انهن جي مسئلن کي حل ڪرڻ ۾ ناڪام ويون ۽ انهن جيئرن ماڻهن کان مايوس ٿي خانقاهن، مقبرن ۽ مزارن کان مسئلن جو حل پئي حاصل ڪيو.

حڪومتن جي ظلم ۽ ڏاڍاين خلاف سنڌ ۾ تحريڪون اٿيون ۽ ماڻهن بغاوت به ڪئي پر انهن جي بغاوت ۽ سندن تحريڪون شعوري طور پختيون نه هيون ۽ اهي ڪامياب نه ويون ،ان جو وڏو مثال صوفي شاهه عنايت جي تحريڪ جو ڏئي سگهجي ٿو.

6- هن مختصر جائزي کان پوءِ انهن سببن تي غور ڪريو، جن جي ڪري سنڌ ماضيءَ ۾ پنتي پيل ملڪ هئو. انهن ئي سببن ۾ سنڌ جي جاگرافيائي، ماحول، جاگيرداري نظام، طبقاتي ورهاست، تصوف جو اثر، غير ملڪي حڪمران، سياسي تبديليون، غيرملڪي حملا، زميني ۽ آسماني آفتون، عالمن جو ڪردار، شهرن ۽ ڳوٺن ۾ فرق، حاڪم ۽ عوام جي وچ ۾ ويجهڙائپ نه هجڻ جهڙا ڪارڻ قابل ذڪر آهن.

تنهنڪري اهو سوال ٿو پيدا ٿئي ته انهن ڪارڻن جن سنڌ کي ماضيءَ ۾ پنتي رکيو يا اڄ به جيڪڏهن اهي اڃين برقرار رهيا يا انهن کي برقرار رکيو ويو ته اهي اڄ به سنڌ جي پنتي هجڻ جو ڪارڻ هوندا.

موجوده زماني ۾ تاريخي عمل جي نتيجي ۾ وقت بدليو آهي ۽ انسان ماضيءَ کان تمام گهڻو اڳتي اچي چڪو آهي. سائنس ۽ فني ايجادن

ذريعي انسان فطرت جي گھڻن ئي پهلوئن تي ضابطو آندو آهي ۽ اڄ هو زميني ۽ آسماني آفتن جو مقابلو بهتر انداز ۾ ڪري سگهي ٿو. اهڙيءَ ريت انسان جي وس ۾ آهي تہ جاگرافيائي حالتن، ماحول ۽ آفتن ڪي پنهنجي رستي جي رنڊڪ ٿيڻ نہ ڏئي.

هاڻي تہ ٻاهرين ملڪن جي حملي جو بہ خطرو ناهي، پر سامراج هاڻي سياسي اقتدار تي قبضو سامهون ڪان نہ ٿو ڪري پر اقتصادي ۽ معاشي ذريعن تي قابض ٿي سياسي ادارن تي پنهنجي بالادستي قائم ڪندو آهي ۽ پنهنجي مفاد مطابق حاڪم طبقي ڪي استعمال ڪندو. تنهنڪري هاڻي بہ اها ڳالهہ حاڪم طبقي جي مفاد ۾ آهي تہ جاگيرداري نظام ۽ رجعت پسندي جو اثر رهڻ گهرجي تہ جيئن عوام ۾ شعور ۽ سجاڳي پيدا نہ ٿئي ۽ جمهوري قدرن، ڀائيچاري، آزادي، اخوت ۽ باعمل زندگي ڪان اڻ واقف هجن. اڄ بہ ڳوناڻي زندگي گذارڻ وارا بنيادي سهولتن ڪان محروم ۽ مفلسي جي چار ۾ قاتل آهن. انهن ڪي اڄ بہ اهو سبق پڙهايو وڃي ٿو تہ حڪومت ڪرڻ جو حق صرف وڏيرن ۽ سردارن ڪي آهي ۽ انهن ڪي هر حالت ۾ حڪومت جي فرمانبرداري ڪرڻ لازمي آهي. اهڙي طرح جيستائين سماج ۾ انهن ڳالهين ڪي ختم نہ ڪيو ويندو، تيستائين سنڌ ماضيءَ وانگر حال ۽ مستقبل ۾ بہ پنتي پيل ۽ بدحال رهندي.

عوام ڪي باشعور بنائڻ ۾ تاريخ اهم ڪردار ادا ڪري سگهي ٿي چو تہ تاريخ هڪ اهڙو علم آهي جيڪو نہ صرف ڄاڻ ۾ واڌارو آڻي ٿو پر اسان ان مان سبق بہ سکون ٿا پر اهو تڏهن ممڪن آهي جڏهن تاريخ ڪي عوام جي نقطئہ نظر سان لکيو وڃي.

هيل تائين سنڌ جي تاريخ حاڪمن ۽ غاصبن جي نقطئہ نظر سان لکجي چڪي آهي ۽ هاڻي ان ڳالهہ جي ضرورت آهي تہ سنڌي عوام جي تاريخ لکي وڃي ۽ هي اها سنڌ جي تاريخ هوندي، جيڪا سنڌ جي

عوام کي اعتماد ڏيندي ۽ بي عمليءَ جي پناهگاهن کان ٻاهر نڪري حقيقت جي ماحول ۾ اچي، پنهنجي حقن بي جدوجهد ڪندا.

# سنڌ جي تاريخ تي غير ملڪي حملاڪندڙن جا اثر

سنڌ جي تاريخ جي هڪ اهم خاصيت اها آهي تہ هتان جي ماڻهن پنهنجي علائقي کان ٻاهر نڪري ڪڏهن بہ پاڙيسري (ملڪ) تي حملو نہ ڪيو. ان جو سبب اهو هو تہ سنڌ جو علائقو تمام ڪشادو ۽ ويڪرو هو ۽ ان جي آبادي گهٽ هئي، جنهن جي ڪري ماڻهن جون بنيادي ضرورتون پوريون ٿي ويندڀون هيون ۽ اهي معاشي بدحاليءَ جو شڪار ڪو نہ ٿيندا هئا. ان جي ابتڙ سنڌ جو علائقو ٻاهرين حملا ڪندڙن لاءِ هميشہ پرڪشش رهيو. هتي قديم زماني کان وٺي جديد دؤر تائين حملي آور ايندا رهيا ۽ سنڌ کي فتح ڪندا رهيا. انهن فتحن جي نتيجي ۾ سنڌي سماج جي نئين آبادڪارين جي اثرن جا تهہ ڄمندا رهيا. جنهن سنڌ جي سجاڳپ ۽ بڻاوت تي گهرا اثر وڌا.

سنڌ جي تاريخ جي مطالعي ڪانپوءِ جيڪي سوال ذهن ۾ پيدا ٿين ٿا اهي هيءَ آهن تہ سنڌ انهن حملا ڪندڙن جي هٿان ڇو بار بار فتح ٿيندي رهي؟ ۽ انهن فتحن جي نتيجي ۾ سنڌي سماج تي ڪهڙا سٺا ۽ خراب اثر ٿيا؟ انهن سوالن جا جواب ڳولڻ ان لاءِ بہ ضروري آهي تہ ان سان نہ رڳو حالتن کي سمجهڻ جو موقعو ملندو پر ان جي روشنيءَ ۾ اسين موجوده حالتن ۽ اڄ جي تاريخي عمل کي بہ سمجهي سگهنداسين.

سنڌ جي تاريخ جي مطالعي کان پوءِ هڪ ڳالهہ جيڪا ڇٽي ٿي اسان جي سامهون اچي ٿي، اها هيءَ آهي تہ جڏهن بہ هتي حملا ڪندڙ آيا تہ جتي هڪ طرف حڪومت ۽ حڪمران طبقن انهن حملا ڪندڙن جو مقابلو ڪيو، ٻئي طرف هڪ گروهہ حملا ڪندڙن جو ساٿ ڏنو ۽ انهن کي سنڌ جي فتح ۾ مدد ڪئي، نہ صرف ايئن پر فتح کان پوءِ سلطنت جي انتظامن جو ڏکيو مرحلو ايندو هو تہ ان ۾ ۾ سڀ کان وڌيڪ ان

گروهه سهڪار ڪيو ۽ اهڙي طرح انهن سنڌ ۾ حملا ڪندڙن کي مضبوط ٽيڪ جو موقعو ڏنو.

عام طور تي حملا ڪندڙن سان ٻن ڪارڻن جي بنياد تي سهڪار ڪيو ويو. ان گروهه ۽ جماعت جن سان حڪومت تعصباڻو رويو اختيار ڪيو ۽ انهن کي سماج ۾ پورا حق نه ڏئي انهن جي حق تلفي ڪئي ۽ انهن کي عزت ۽ احترام کان محروم رکيو. ان ظلم جي ڪري ان گروهه جون همدرديون ۽ وفاداريون حڪومت کان بلڪل ختم ٿي ويون ۽ اهو هڪ اهڙو استحصالي ۽ مظلوم گروهه بڻجي ويو. جو جڏهن به ان کي موقعو مليو. ان حڪمران طبقن جي خلاف سازش، بغاوت ۽ جنگ ۾ حصو ورتو. غير ملڪي حملا ڪندڙن جي لاءِ اهو طبقو هميشه ڪارائتو ۽ فائديمند ثابت ٿيو.

ٻيو گروهه انهن ماڻهن جو هو. جن کي جائداد، دولت ۽ آسائشون مليل هيون ۽ جڏهن هو حڪومت جي شڪست جا آثار ڏسندا هئا ته ان وقت موقعي پرستي تحت اهي حملا ڪري فتح حاصل ڪندڙن سان مفاهمت ڪري وٺندا هئا. اهي انهن سان گڏ ملي هڪ اهڙو نظام جوڙيندا هئا جنهن ۾ انهن جي برتري ۽ نمايان حيثيت برقرار رهي ۽ هو پنهنجين ملڪيتن ۽ آسائشن کي بچائي سگهن. مثال طور، سنڌ تي جڏهن عربن جي فتح ٿي ته برهمڻ طبقي، جيڪو آسائشون رکندڙ طبقو هو. ان عربن سان ڀرپور سهڪار ڪيو ۽ ماڻهن کي ان ڳالهه تي راضي ڪيو ته فاتحن سان ڪنهن به قسم جي مزاحمت نه ڪئي وڃي. ان طبقي سان گڏ جڏهن عرب فاتحن ناهه ڪري ورتو ته ان جو نتيجو اهو ٿيو ته عربن به سنڌ جي سماج جي بنيادي جوڙجڪ کي بدلائڻ جي ڪوشش نه ڪئي ۽ ان کي اهڙي طرح ئي برقرار رکيو. جو ته انهيءَ صورت ۾ اهي وڏن طبقن جو سهڪار حاصل ڪري سگهيا ٿي. اهڙيءَ طرح قبيلائي

سردارن جڏهن حڪومت جي شڪست جا آثار ڏٺا ته اهي به عربن سان گڏ ملي ويا. انهن نه صرف انهن سان سهڪار ڪيو پر فاتحن جي گروهه ۾ شامل ٿيڻ لاءِ انهن پنهنجو مذهب به بدلائي ڇڏيو ته جيئن نئين نظام ۽ نئين حڪومت ۾ انهن جي مٿانهين حيثيت برقرار رهي.

سنڌ جي معاشري ۾ ٻي وڏي تبديلي اها آئي ته عرب حملي آور ملڪ کي فتح ڪرڻ کان پوءِ ڦر لٽ ڪري واپس ڪو نه ويا پر انهن جو وڏو انگ هتي آباد ٿيڻ شروع ٿي ويو. جنهن ڪري انهن جون وسنديون هر هنڌ آباد ٿيڻ لڳيون. ڇاڪاڻ ته فاتحن جو انگ مفتوحن جي مقابلي ۾ تمام گهٽ هو ،ان ڪري حڪومت ڪرڻ لاءِ انهن ٻه طريقا اختيار ڪيا. هڪ فوجي طاقت ۽ سگهه هئي، جيڪڏهن انهن خلاف ڪير بغاوت ۽ شورش ڪندو هو ته اهي ان کي سختيءَ سان دٻائي ڇڏيندا هئا. ڇاڪاڻ ته جيڪڏهن بغاوت ٿورو به ڦهلجي وڃي ها ته انهن جي اقتدار لاءِ خطرو بڻجي سگهي پئي.

ٻيو طريقو اهو هو ته فاتح ۽ مفتوح جي وچ ۾ فرق کي قائم رکيو وڃي. ان سنڌ جي سماج کي ٻن طبقن ۽ گروهن ۾ ورهائي ڇڏيو. جن کي غيرملڪي ۽ مقامي چئي سگهجي ٿو. فاتحن، جن جو تعلق غير ملڪي گروهه سان هو. انهن ڪوشش ڪئي ته مقامي رهاڪن کي تهذيبي ۽ ثقافتي طور تي پٺتي رکيو وڃي ته جيئن اهي ذهني ۽ شعوري طور تي ترقي نه ڪري سگهن ۽ انهن تي غيرملڪي ثقافت جو اثر ان حد تائين پئجي وڃي جو انهن جي پنهنجي مقامي ثقافت ان بار هيٺ دٻجي ختم ٿي وڃي. اهو ان لاءِ ضروري هو جو غير ملڪي نه رڳو فوجي لحاظ کان طاقت ور رهن، پر ذهني طور تي به انهن جي برتري قائم رهي. ان ڪري عربن عربيءَ کي سرڪاري ٻولي ٺاهي ڇڏيو. جنهن حڪمران طبقن ۽ عوام وچ ۾ هڪ واضح فرق پيدا ڪري ڇڏيو. ان کانپوءِ اهي اسلام

جي تبليغ لاءِ پوري ملڪ ۾ ڦهلجي ويا ۽ جلد ئي هڪ وڏي طبقي اسلام قبول ڪري ورتو، جنهن ڪري جتي حڪمران طبقن جي اخلاقي سگهه وڌي، اتي ان سان گڏ سنڌي سماج بنيادي طور تي مذهبي بنيادن تي ورهائجي ويو. سنڌ جي مقامي ماڻهن جو اهو طبقو، جن فاتحن سان سهڪار ڪيو هو، اهي تمام جلد ئي پنهنجي سڃاڻپ وڃائي عرب ثقافت ۾ ملي ويوءِ انهن بعد ۾ پنهنجي سڃاڻپ عربن سان ڳنڍي ورتي.

ان عمل سنڌ جي سماج تي گهرا اثر وڌا، سنڌ جي ثقافت ۽ معاشري تي غير ملڪي تهذيب ۽ ثقافت قبضو ڪري ورتو هو ۽ مقامي تهذيب پنهنجي توانائي ۽ سگهه وڃائي، پنتي ٿيندي وئي. جيئن ته تاريخي شاهدين مان ظاهر ٿئي ٿو ته عربن جي فتح سنڌ جي معاشري ۾ ڪا به بنيادي تبديلي نه آندي ۽ معاشري جو ڍانچو ائين ئي طبقاتي بنيادن تي قائم رهيو، بلڪ عربن جي فتح جا جيڪي سنڌ تي اثر پيا، انهن ۾ هڪ اهو به هو ته سنڌ ۾ آباد ٿيندڙ عربي قبيلا پاڻ سان گڏ قبيلائي تعصب ۽ نفرتن کي کڻي آيا، جن جي ڪري هتي به انهن جون قبيلائي جنگيون جاري رهيون. عباسي حڪومت جي ڪمزور ٿيڻ سان گڏ ئي جڏهن سنڌ ۾ خودمختيار عرب حڪومتن جو بنياد پيو ته انهن حڪومتن جي پاڻ ۾ لڙاين ۽ خانه جنگين سنڌ کي سياسي وحدت نه ڏني، بلڪ انهن مسلسل جنگين سبب قتل ۽ غارت گريءَ ۽ خون ريزيءَ سنڌ جي عوام جي زندگي کي ڏچي ۾ وجهي ڇڏيو.

عربن جي حڪومت جي خاتمي کانپوءِ سومرا ۽ سما اقتدار ۾ آيا، جيتوڻيڪ انهن ٻنهي خاندانن جو تعلق سنڌ سان هو، پر انهن پاڻ کي ڪڏهن به مقامي نه مڃيو هو ۽ پنهنجي نسل ۽ تعلق عرب قبيلائين سان ڳنڍيو. مثال طور، سومرن جي دعويٰ هئي ته اهي بغداد جي ويجهو عباس راڄڌاني سامره مان آيا هئا، جڏهن ته اهڙي قسم جي دعويٰ سمن به ڪئي ته انهن جو تعلق عرب قبيلائين سان آهي. انهن دعوائن جي پس

منظر ۾ مقامي رهاڪن جي اها احساس ڪمتري نظر اچي ٿي، جيڪا شڪست ڪانپوءِ ۽ مذهب جي تبديليءَ ڪانپوءِ انهن ۾ پيدا ٿي هئي ۽ جنهن انهن کي پنهنجو پاڻ مقامي هئڻ تي نه پر غير ملڪي هجڻ تي مجبور ڪري ڇڏيو هو. ان ڪري انهن به سنڌ جي سماج ۾ غير ملڪين ۽ مقامين ۾ فرق کي برقرار رکيو ۽ غير ملڪين کي اوليت ڏيندي انهن جي سرپرستي ڪئي. اهڙي پاليسيءَ جو نتيجو اهو نڪتو جو سنڌ جي حڪومتن ۽ حڪمران طبقن جون پاڙون عوام مان ڪٽجي ويون ۽ جڏهن انهن غير ملڪي هئڻ جي ناتي انهن تي جبر ۽ طاقت سان حڪومت ڪئي ته عوام جون همدرديون ۽ وفاداريون به انهن سان ختم ٿي ويون. ان ڪري انهن حڪومتن پنهنجو بچاءَ هميشه پيشه ور فوج جي ذريعي ڪيو ۽ جڏهن به ڪا سياسي تبديلي آئي ته عوام ان سان لاتعلق رهيو. ان ڪارڻ نوان ايندڙ حملي آور آسانيءَ سان انهن کي شڪست ڏئي اقتدار تي قبضو ڪري ويندا هئا ۽ ان ئي ڪارڻ جڏهن سمن جي حڪومتي دؤر ۾ جڏهن ارغونن سنڌ تي حملو ڪيو ته انهن کي فتح حاصل ڪرڻ ۾ ڪا به ڏکيائي نه ٿي.

ارغونن جي فتح ڪانپوءِ سنڌ جي سماج ۾ هڪ ٻي اهم تبديلي آئي، هينئر تائين سنڌ جي ثقافت تي عربن جا گهرا اثر هئا ۽ غير ملڪي حڪمران طبقن ۾ ان جو تعداد وڌيڪ هو، پر ارغونن جي آمد ڪانپوءِ سنڌ جو لاڳاپو وچ ايشيا، ايران ۽ افغانستان سان ڳنڍجي ويو. جيتوڻيڪ اهي اثر محمود غزنوي، محمد غوري ۽ اچ- ملتان جي حڪمران ناصرالدين قباچه جي دؤر کان شروع ٿي ويا هئا، پر ارغونن ڪانپوءِ وچ ايشيا جون روايتون، قدر ۽ ثقافت سنڌ ۾ مضبوطيءَ سان قائم ٿي ويون. عربيءَ جي جاءِ فارسيءَ سنڌ جي سرڪاري ۽ درباري ٻولي بڻجي وئي. چنگيزي ۽ تيموري حڪمرانن جون روايتون هتي رواج

ٻڌجي ويون ۽ نون حڪمرانن جي ذوق مطابق شهر ۽ انهن جا پاڙا ۽ عمارتون نئين انداز سان تعمير ٿيڻ لڳيون.

ارغونن جي فتح ۾ ٻه جيڪا شيءِ نمايان آهي، اها هيءَ آهي ته انهن کي ٻه هڪ سهڪار ڪرڻ وارو طبقو ملي ويو، جنهن انهن جي فتحن ۽ انتظامن ۾ رهنمائي ڪئي ۽ انهن خلاف بغاوتن ۽ مزاحمتن کي ختم ڪرائڻ ۾ مدد ڪئي. شاه بيگ ارغون کي مشورو ڏيندي قاضي قاضن ڪيس چيو هو ته "هيءُ ملڪ پاڻيءَ وارو آهي ۽ ڪنڊا ڏاڍا ٿڻندا آهن، ان ڪري ڪنڊا صاف ڪرڻ وارا هٿيار هميشه پنهنجي قبضي ۾ رکڻ گهرجن".

ارغون، ترخان، مغل ۽ ٽالپر حڪمران خاندان سنڌ ۾ ٻاهر کان آيا ۽ انهن هٿي فوجي طاقت ۽ قوت جي بنياد تي اقتدار حاصل ڪيو. ڪلهوڙا خاندان جيتوڻيڪ مقامي هو، پر ان به پاڻ کي عباسي سڏرائي پنهنجو لاڳاپو مقامي رهاڪن سان ٽوڙيو ۽ پنهنجي مفادن کي غير ملڪي عنصرن سان ڳنڍي ڇڏيو. انهن غير ملڪي خاندانن جي حڪومتن جو نتيجو اهو نڪتو جو سنڌ ۾ وچ ايشيا، ايران ۽ افغانستان جا ماڻهو وڏي انگ ۾ اچي آباد ٿيڻ لڳا. انهن ايندڙن ۾ اڪثريت جو تعلق يا ته مراعت يافته طبقي سان هو يا عالمن ۽ صوفين سان، انهنءَ ڪري انهن عام ماڻهن کان پاڻ کي الڳ رکيو ۽ حڪمران طبقن جو هڪ حصو ٻڻجي ويا. حڪومت ٻه انهن جي سرپرستي ڪئي. اعليٰ عهدن ۽ منصبن تي انهن کي مقرر ڪيو ۽ سنڌ جي زرخيز زمينون انهن کي جاگير طور ڏنيون، انهن مراعتن جي ڪري سنڌ ۾ هڪ اهڙو غير ملڪي طبقو پيدا ٿيو، جن وٽ نه صرف سياسي قوت ۽ طاقت هئي، بلڪه ملڪ جا مالي وسيلا به انهن جي قبضي هيٺ هئا.

انهن غير ملڪي حڪمران طبقن جو مفاد ان ۾ هو تہ پنهنجو غير ملڪي ڪردار، عادتون ۽ روايتون برقرار رکيون وڃن ۽ مقامي آباديءَ سان ڪو ڳانڍاپو نہ رکيو وڃي، ان ڪري انهن پنهنجي ثقافت ۽ رسم رواج کي مقامي ماڻهن کي عليحده رکيو. انهن جي زبان، لباس، گهر، خوراڪ ۽ رهڻي سهڻي ۽ مقامي ماڻهن ۾ هميشہ فرق رهيو. سنڌ جي حڪمرانن سنڌي ٻوليءَ بجاءِ، جيڪا مقامي آبادين جي ٻولي هئي، فارسيءَ کي دربار جي ٻوليءَ طور قائم رکيو. جنهن جي ڪري ان عرصي ۾ جيڪو بہ ادب تخليق ٿيو، اهو فارسي ۾ ئي هو، بلڪہ ان جي ابتڙ انهن جي اها خواهش رهي تہ انهن جي تخليقون ايران ۾ مقبول ٿين. تاريخ جو انتقام اهو آهي تہ اڄ انهن شاعرن ۽ عالمن کي نہ تہ ايران ۾ ڪير ڄاڻندو آهي ۽ نہ ئي سنڌ ۾، ڇاڪاڻ تہ انهن تخليقن ۾ سنڌ جي سماج ۽ سنڌ جي زمين جي ڪا بہ خوشبو ناهي، ان ڪري اها تاريخ جو هڪ حصو تہ آهن، پر ماڻهن جي دلين ۾ انهن جي لاءِ ڪا بہ جڳهہ ناهي.

ٻاهر کان ايندڙ انهن گروهن پنهنجي خاندان ۽ قبيلائي سڃاڻپ کي برقرار رکيو ۽ پاڻ کي مقامي آبادين ۾ ضم نہ ٿيڻ ڏنو. انهن مقامي ماڻهن ۾ شادي وهانءَ جي لاڳاپن وارا ذريعا پيدا نہ ڪيا. جيڪڏهن ڪنهن شخص مقامي عورت سان شادي ڪري ورتي تہ ان کي ۽ ان جي اولاد کي معاشري ۾ گهٽ درجو ڏنو ويو ۽ حقارت سان سنڌي ٻار چيو ويو.

شهرن ۾ انهن ماڻهن جا خانداني بنيادن تي الڳ الڳ پاڙا آباد هئا ۽ مرڻ کانپوءِ بہ انهن کي خانداني قبرستانن ۾ دفن ڪيو ويندو هو. ان جو نتيجو اهو نڪتو جو سنڌ ۾ مقامي ۽ غير مقامي رهاڪن ۾ فرق قائم رهيو.

غير ملڪي حڪمران طبقن جي ان عليحدگي جي پس منظر ۾ جيڪا ذهنيت هئي اها هيءَ هئي تہ مقامي رهاڪن کي عليحده رکي

پنهنجي برتري ۽ فرق کي قائم رکيو وجي، ڇاڪاڻ تہ مقامي رهاڪن جي اڪثريت انهن جي رعيت هئا ۽ اهي هاري ۽ ڪاريگر جي حيثيت سان ڪم ڪندا هئا. حڪومت جي آمدنيءَ جو سڀ کان وڏو ذريعو زراعت هئي، ان ڪري انهن طبقن جي خواهش هئي تہ اهي ماڻهو ٻهراڙين ۾ آباد رهن ۽ انهن وچ ۾ ثقافتي طور تي ايتريون وڇوٽيون هجن جو مقامي ماڻهو پاڻ کي گهٽ ۽ حقير سمجهن، ڇاڪاڻ تہ صرف ان صورت ۾ ئي انهن کي محڪوم رکي سگهجيو ٿي. اهي ئي غير ملڪي طبقا هئا، جو جڏهن بہ سنڌ تي ٻاهر کان ڪو حملي آور ايندو هو تہ انهن سان سهڪار ڪندا هئا، ڇاڪاڻ تہ انهن جي مفادن جو تحفظ ان ۾ هو تہ سنڌ ۾ ٻاهر کان ماڻهو اچي حڪومت ڪن. ان ڪري هر حملہ آور سان مفاهمت ڪري اهي پنهنجون مراعتون ۽ خانداني حيثيت کي محفوظ ڪري وٺندا هئا ۽ مقامي رهاڪن کي وفادار بنائڻ ۾ انهن جي مدد ڪندا هئا. ان جي ڪارڻ سنڌ جي سماج جو بنيادي سماجي ڍانچو تبديل نہ ٿيو ۽ استحصالي طبقو هميشہ ڏٻيل، محروم ۽ پيڙهيل رهيو.

سنڌ جي تاريخ تي انهن غير ملڪي خاندانن ۽ غير ملڪي حڪمران طبقن جا گهرا اثر ٿيا، ڇاڪاڻ تہ انهن جي حڪومت جي بنياد قوت ۽ طاقت تي هئي، ان ڪري انهن پنهنجي خلاف ڪنهن بہ بغاوت ۽ مخالفت کي برداشت نہ ڪيو ۽ ان کي هميشہ لاءِ سختيءَ سان ڇيپائي ڇڏيو. انهن جي سامهون ڪڏهن بہ رعيت جي فلاح ۽ سڌارا نہ رهيا ۽ انهن هر ممڪن طريقي سان مختلف ٽيڪسن جي ذريعي پنهنجي آمدني کي وڌايو. مسلسل سختين ۽ ظلمن جي ڪري مقامي آبادي جي مزاحمت واري سگهہ آهستي آهستي گهٽجندي وئي، ايستائين جو اهي قدرت جي مرضي سمجهي راضي ٿي ويا. غير ملڪي ثقافت ان حد تائين پنهنجي برتري قائم ڪري ورتي، جو اهي ذهني طور تي پنتي پئجي ويا ۽ سنڌن پنهنجون روايتون ۽ قدر انهن جي نظر ۾ گهٽ حيثيت واريون ٿي ويون.

ڇاڪاڻ ته حڪومتن جون پاڙون عوام ۾ نه هيون، ان جي ڪري حڪمران خاندان هر ايندڙ حملي آور کان شڪست کائيندا رهيا. انگريزن به جڏهن سنڌ تي حملو ڪيو ته انهن کي ڪنهن سخت مزاحمت کي منهن نه ڏيڻو پيو، ڇاڪاڻ ته سنڌ جو معاشرو ٽٽل هو ۽ انتشار جو شڪار هو ۽ ان ۾ متحد ٿي ڪنهن حملہ آور جو مقابلو ڪرڻ جي اهليت نه هئي.

جيڪڏهن تاريخ جي ان پس منظر ۾ اسان سنڌ جي موجوده حالتن کي ڏسنداسين ته هميشہ ماضي ۽ حال ڏاڍي هڪجهڙائي ملندي. اڄ به سنڌ جو هڪ طبقو اهڙو آهي، جيڪو هر حڪومت سان سهڪار ڪندو ۽ عوام جي استحصال ۾ شريڪ رهندو آهي. اهڙي طرح اڄ به سنڌ جو معاشرو ٽٽل ۽ انتشار جو شڪار آهي، جنهن جي ڪري اهو متحد ٿي ڪنهن جو مقابلو نٿو ڪري سگهي، تاريخ مان جيڪو سبق ملي ٿو، ان جي ذريعي جيڪڏهن اسان حالتن جو تجزيو ڪريون ته ان نتيجي تي پهچون ٿا ته جيستائين سماج ۾ بنيادي تبديلين کي نه آندو ويندو، ان وقت تائين اها صورتحال اهڙي طرح سان قائم رهندي، ان ڪري سماج مان انهن عنصرن جو خاتمو آڻڻ لاءِ، جيڪي سهڪار جو ڪردار ادا ڪندا آهن، انهن پنهي بنيادن کي ختم ڪرڻو پوندو، جيڪي اهڙن عنصرن کي پيدا ڪنديون آهن، يعني سماج جي هر اقليت ۽ گروهہ کي برابريءَ جا حق ڏنا وڃن ته جيئن اهي سماج جو هڪ حصو بڻجي پنهنجي حفاظت ڪن ۽ انهن کي سماج سان لڳاءُ ۽ محبت پيدا ٿئي ته معاشري جي طبقاتي بنيادن کي ختم ڪيو وڃي ته جيئن اهڙو ڪو طبقو باقي نه بچي، جيڪو پنهنجي جائداد ۽ مراعتن خاطر پنهنجي ماڻهن سان غداري ڪري. هڪ دفعو جڏهن سنڌ جو سماج غير ملڪي ثقافت مان ڇوٽڪارو حاصل ڪري متحد ٿي ويندو ته ان صورت ۾ هتان جا معاشي، سياسي ۽ سماجي مسئلا حل ٿي سگهندا.

# سنڌ جي تاريخ نويسي

قومي تاريخ ۽ علائقائي يا صوبائي تاريخ نويسي ٻن ڌار ڌار بنيادن تي جڙندي آهي. قومي تاريخ بحيثيت سڄي قوم جي سياسي، معاشي، سماجي ۽ ثقافتي تاريخ جو اهڃاڻ هوندي آهي. ان تحقيق جي نتيجي ۾ قومي سوررما تاريخ ۾ نمايان طور تي اڀرندا آهن. قومي تحريڪن جي مقصدن کي علائقائي مفادن کي ڌار رکي ڏٺو ويندو آهي. ان ۾ قوم هڪ اهم عنصر طور اڀرندي آهي، جڏهن تہ علائقا ۽ قومون تاريخ جي اهم حصي تي هونديون آهن. ان جي برعکس علائقائي يا صوبائي تاريخ قوم کان ڌار ٿي پنهنجي تاريخ کي قوميت جي بنيادن تي تشکيل ڏئي ٿي ۽ علائقائي سياست، معيشت، ثقافتي ۽ سماجي سرگرمين کي اجاگر ڪندي آهي. ان تاريخ نويسيءَ ۾ صوبائي يا علائقائي شخصيتون ڌار اڀرن ٿيون ۽ انهن جا ڪارناما صوبي يا علائقي جي ماڻهن لاءِ باعثِ فخر هوندا آهن. جڏهن تہ قومي ۽ علائقائي تاريخ نويسي متضاد روين ۽ رجحانن کي پيدا ڪندي آهي، جيڪي هڪ قومي سڃاڻپ کي اڀاريندا آهن ۽ ٻي وري علائقائي تشخص کي مضبوط ڪندي آهي.

انهن ٻنهي تاريخن ۾ ان وقت ٻيا بہ تضاد وڌي ويندا آهن، جڏهن قومي تاريخ نئين هجي ۽ علائقائي تاريخ قديم ۽ پراڻي هجي. اهو فرق ۽ ڏوري ان وقت ٻيا گهڻا مسئلا پيدا ڪندي آهي، جڏهن قومي تاريخ کي سياسي حوالي سان استعمال ڪيو وڃي ۽ ان جي ذريعي علائقائي شناخت ۽ تشخص کي پوئتي ڌڪيو وڃي يا ان کي ڪمزور ڪيو وڃي يا وري ان کي ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وڃي. قومي ۽ علائقائي تاريخون ان وقت بہ اثرانداز ٿي وينديون آهن، جڏهن ڪنهن

ملڪ جا علائقا پنهنجي جدا جاگرافي، لساني ۽ ثقافتي سڃاڻپ رکندا هجن ۽ ان کي رياست جي جبر ۽ تشدد ذريعي هم آهنگ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وڃي ۽ اها تعليم ڏني وڃي تہ قوم جي مفادن تحت علائقائي سڃاڻپ کي ختم ڪري انهيءَ کي پاڻ ضم ڪيو وڃي.

اهڙي پس منظر ۾ جيڪڏهن اسين پاڪستان ۾ قومي ۽ علائقائي تاريخ تي نظر وجهنداسين تہ اسان کي معلوم ٿيندو تہ ان جي قيام وقت پنج صوبا پنهنجي ڌار علائقائي اهڃاڻ جي بنياد تي حيثيت رکن پيا. پاڪستان، بحيثيت ملڪ ۽ قوم جي باوجود بلڪل نئون هو. اهڙيءَ طرح جڏهن انهيءَ ڳالهہ تي زور ڏنو ويو تہ پاڪستاني قوميت علائقائي يا صوبائي قوميت کان وڌيڪ اهم ۽ اعليٰ آهي ۽ انهيءَ لاءِ ضروري آهي تہ علائقائي اهڃاڻ کي ختم ڪري ان کي قوم ۾ ملائي ڇڏجي تہ انهيءَ جو ردعمل صوبن ۾ تلخيءَ جي حوالي سان ٿيو. جڏهن صوبائي شناخت کي صوبائي تعصب ۽ صوبي پرستيءَ حوالي سان منفي انداز ۾ استعمال ڪيو ويو تہ علائقي جي ماڻهن ۾ انهيءَ ڪارڻ احساس محرومي ۽ ڏک ۽ ڪاوڙ وارا جذبا پيدا ٿيا.

سنڌ جي تاريخ نويسي پاڪستان جي سياسي حالتن، انهن جي لاهن چاڙهن ۽ تبديلين جي عڪاسي آهي، جيئن جيئن ملڪي ۽ قومي حالتون بدلجنديون ويون، اهڙي طرح سان سنڌ جي تاريخ نويسيءَ جا لاڙا ۽ نظريا بہ تبديل ٿيندا ويا. اهڙي مرحلي تي اها ڳالهہ ذهن ۾ رکڻ ضروري آهي تہ ورهاڱي وقت سنڌ، ٻين صوبن وانگر ٻن حصن ۾ تقسيم ڪو نہ ٿي، جيئن بنگال ۽ پنجاب ۽ نہ وري سرحد وانگر جتي پشتون قبيلا سرحد ۽ افغانستان ٻنهي جڳهن تي موجود آهن، پر سياسي سرحدن جي ڪري ڌار آهن، بلوچ بلوچستان ۾ بہ آهن ۽ ايران ۾ بہ، جڏهن تہ ان جي ابتڙ سنڌ جاگرافيائي ۽ لساني حيثيت جي ڪري هڪ رهي. تاريخي طور تي سنڌ ٻين صوبن جي مقابلي ۾ پنهنجي الڳ تاريخ رکي ٿي.

ورهاڱي کان پهريان هتي سنڌ هسٽاريڪل سوسائٽيءَ جو قيام عمل ۾ آيو هو، جيڪو پنهنجو هڪ جرنل به شايع ڪرائيندو هو. سوسائٽي ۽ جرنل جو سڀ کان اهم ڪارنامو سنڌ جي تاريخ کي تشڪيل ڏيڻ آهي. خصوصي طور سنڌ جي قديم تاريخ تي تحقيق ڪئي وئي ته جيئن اهو ثابت ٿي سگهي ته سنڌ عربن کانپوءِ تاريخي دؤر ۾ داخل نه ٿي، جڏهن ته انهيءَ کان پهرين قديم زماني ۾ ان جي تاريخي اهميت هئي. (1) جيئن ته ان وقت هسٽاريڪل سوسائٽيءَ ۾ هندو ۽ انگريز عهديدار تمام گهڻا سرگرم هئا، ان لاءِ سنڌ جي تاريخ نويسي ۾ Secular رجحان اڀريا ۽ ان ڳالهه جي ڪوشش ڪئي وئي ته سنڌ جي قديم ماضيءَ جي حوالي سان علائقائي قوميت کي مضبوط ڪيو وڃي، جيڪو مذهب کان بالاتر هجي.

پاڪستان جي قيام کان وٺي هن وقت تائين اسين سنڌ جي تاريخ نويسيءَ ۾ جيڪي رجحان ڏسون ٿا ته ان جي پس منظر ۾ قومي سياست ۽ ان ۾ سنڌ جو ڪردار آهي. ان تاريخ نويسيءَ جي هڪ اهم خصوصيت اها آهي ته ان ۾ سنڌ کي ٻين صوبن ۽ علائقن جي مقابلي ۾ تمام گهڻو افضل ٻڌايو ويو. ان جو ڪارڻ اهو به هئو ته پاڪستان جي قيام سنڌ جي بحيثيت علائقي کي ڪمزور ڪري ڇڏيو هو. ڪراچي شهر کي ان کان ڌار ڪري نئين حڪومت جو گاديءَ جو هنڌ ناهيو ويو. هندستان جي مختلف علائقن کان لڏي ايندڙ ۽ هندو سنڌين جي لڏپلاڻ به سنڌين جي قوميت کي ڪمزور ڪري ڇڏيو هو. انهن حالتن ۾ انهن کي اهو خطرو به هو ته انهن جي ڌار حيثيت انهن حالتن ۾ ختم نه ٿي وڃي. جڏهن ته انهن جو ردعمل اهو هو ته سنڌ جي تاريخي ۽ ٻولي واري حيثيت کي مضبوط ڪيو وڃي ته جيئن ان جا سڃاڻ ۽ اهڃاڻ قائم رهن. ان مقصد هيٺ 1951ع ۾ سنڌ جي صوبائي حڪومت سنڌي ادبي بورڊ قائم ڪيو ته جيئن سنڌي ادب، زبان ۽ تاريخ تي تحقيقي ڪم ٿي سگهي. بورڊ طرفان اهو فيصلو ڪيو ويو ته سنڌ جي هڪ جامع تاريخ لکي وڃي جيڪا نون جلدن تي مشتمل هجي ۽ اها شروعاتي زماني کان وٺي

پاڪستان جي نهڻ تائين هجي. تاريخ جي ان رُتا ۾ اهو بہ شامل هو تہ فارسيءَ جي بنيادي حصن کي لکيو وڃي ۽ انهن جا سنڌي ۽ اردو ترجما بہ شايع ڪرايا وڃن.

سنڌ جي جامع تاريخ تہ مڪمل نہ ٿي سگهي، پر سنڌ جي تاريخ جي بنيادي فارسي ماخذن جي اشاعت تاريخ جي تشڪيل لاءِ مواد مهيا ڪيو، انهيءَ جي سنڌي ۽ اردو ترجمن سنڌ جي رهاڪن ۾ سنڌ جي تاريخ جو شعور پيدا ڪيو. اها هڪ ڪوشش هئي تہ سنڌ جي تاريخ نويسيءَ جي مدد سان سنڌي ۽ اردو ڳالهائڻ وارن کي سنڌ جي تاريخي عمل ۾ برابري واري حيثيت سان شريڪ ڪيو وڃي.

سنڌ جي تاريخ نويسيءَ ۾ هڪ اهم رجحان ان جو اسلامي ڪردار آهي، ان ڳالهہ تي فخر جو اظهار ڪيو ويندو آهي تہ سنڌ ننڍي کنڊ جو اهو پهريون علائقو آهي جتي عرب بطور فاتح آيا، ان کي فتح ڪيائون ۽ هتي اسلام کي ڦهلايائون. انهيءَ مناسبت سان سنڌ کي باب الاسلام جو درجو ڏنو ويو. موجوده دؤر ۾ ساڄي ۽ کاٻي ڌر واري نظرين جي جنگ ۾ "باب الاسلام" ساڄي ڌر جي هڪ اهم علامت ٿي وئي آهي. هاڻي هر سال سنڌ ۾ يوم "باب الاسلام" ملهائي محمد بن قاسم کي بطور سورمو پيش ڪيو ويندو آهي.

سيد سليمان ندوي عربن جي فتح سنڌ ۽ ترڪن جي اترين هندوستان جي فتحن ۾ فرق ٻڌائيندي انهيءَ طرف اشارو ڪن ٿا تہ عرب جيڪي اسلام جي بنيادي تعليم کان واقف هئا، انهيءَ لاءِ صحيح معنائن ۾ ننڍي کنڊ ۾ اسلام آڻڻ وارا اهي هئا، ترڪ فاتح نہ. هو لکي ٿو تہ:

"جيئن تہ هندوستان ۾ جيڪي ترڪ، افغان، مغل فاتح آيا، اهي مسلمان هئا، انهيءَ لاءِ هنن جي سيني ڪارروائين جو ذميوار اسلام سمجهيو ويندو آهي. جيتوڻيڪ انهيءَ حقيقت کان اسان سيني کي واقف ٿيڻ کپندو هو تہ ترڪ فاتح جيڪي هندستان آيا، خاص خاص آفيسرن يا

عهديدارن کي ڇڏي باقي قوم جي مجموعي حيثيت سان اهي اسلام جا نمائندا هئا ۽ نہ وريهنن جي اصول سلطنت کي اسلامي طرز واري حکومت ۽ اصول فرمان روائي وچ ۾ کا هڪجهڙائي هئي"

ان جي برخلاف عرب فاتح اهي ماڻهو هئا، جن ۾ اسلام جي تعليم زنده هئي، انهيءَ ڪري انهن جي طور طريقن، حڪومتي ضابطي ۽ حڪومتي ونهوار خيبر کان اينڊڙ قومن کان بلڪل مختلف هئا. انهيءَ نقطئہ نظر هيٺ سنڌ جي اسلامي حيثيت آهي، جڏهن تہ ننڍي کنڊ ۾ جتي جتي مسلمان آهن، اهي علائقا سنڌ جي مقابلي ۾ پنهنجي اسلامي ڪردار ۾ ڪمزور آهن. سنڌ جي "باب الاسلام" هئڻ جي حيثيت ان وقت وڌي وئي، جڏهن محمد علي جناح پنهنجي هڪ تقرير ۾ اهو چيو هو تہ "پاڪستان تہ انهيءَ وقت ئي ٺهي ويو هو، جڏهن سنڌ جي ساموندي ڪناري تي پهريون مسلمان نروار ٿيو. تنهن ڪري باب الاسلام هئڻ، عربن جي فتح ۽ صحيح اسلامي تعليم سنڌ صوبي کي نہ رڳو ننڍي کنڊ بلڪ پاڪستان جي ٻين صوبن کان افضل ڪري ڇڏيو. جڏهن تہ ٻين صوبن ۾ اسلام بعد ۾ آيو، پوءِ اهو اسمجلام ترڪ، افغان ۽ مغل فاتحن جي ذريعي آيو. جيڪي عربن جي مقابلي ۾ اسلام جي تعليم کان اڻ واقف هئا، انهيءَ ڪري سنڌ جو اسلامي ڪردار گهڻو حقيقي ۽ گهرو آهي، جڏهن تہ ننڍي کنڊ جا ٻيا مسلمان ترڪن ۽ مغلن جي سماجي ۽ ثقافتي روايتن ۽ رسمن جا وارث آهن.

سنڌ جي تاريخ نويسيءَ ۾ هڪ ٻيو اهم موضوع سنڌ جو آزاديءَ جي هلچل ۽ پاڪستان ناهڻ ۾ اهم حصو آهي. انهيءَ جي شروعات جيڪا تحريڪ سان آهي ۽ تحريڪ خلافت، هجرت تحريڪ ۽ ريشمي رومال جي تحريڪ آهي، جنهن ۾ سنڌ جي مسلمانن زور شور سان حصو ورتو. اهڙين تحريڪن ۾ سنڌ جي شموليت سنڌ کي اترئين هندوستان ۽

بنگال جي مسلمانن جي جدوجهد ۾ برابر جو شريڪ ڪري ڇڏيو. 1937ع ۾ سنڌ جي بمبئي کان عليحدگي نندي کنڊ جي مسلمانن ۾ نئون سياسي شعور پيدا ڪيو ۽ انهن مسلمانن جي ڌار حيثيت کي مضبوط بنائڻ ۾ مدد ڏني.

سنڌ جي تاريخ نويسيءَ ۾ ان ڳالهه تي زور ڏنو ويندو رهيو آهي ته پاڪستان جي ٺهڻ جي جدوجهد ۾ سنڌ جو انتهائي اهم حصو رهيو آهي، مثال طور 1933ع ۾ ڪراچيءَ ۾ صوبائي مسلم ليگ هڪ آزاد رياست جي قيام لاءِ هڪ ٺهراءَ پاس ڪرايو. انهيءَ کي شيخ عبدالمجيد سنڌي پيش ڪيو. 3 مارچ 1943ع ۾ سنڌ اسيمبليءَ ۾ پاڪستان جي قيام جي حوالي سان جيڪا تجويز پيش ڪئي وئي هئي، انهيءَ جي حمايت ۾ ايم سيد جي هڪ پرزور تقرير ۾ چيو هو ته هندستان ۾ مسلمان هڪ قوم آهي، ان جو مذهب، فلسفو، سماجي رسمون، ادب، روايتون، سياسي ۽ اقتصادي نظريا بلڪل مختلف آهن، تنهن ڪري هڪ قوم تسليم ڪندي هڪ ڌار/جدا علائقو ڏنو وڃي. (3) 1946ع ۾ سنڌ جي صوبائي اسيمبليءَ سڀ کان پهرين پاڪستان ۾ شامل ٿيڻ جي قرارداد پيش ڪئي. سنڌي ادبي بورڊ طرفان ان جي رسالي مهراڻ 1985ع ۾ تحريڪ آزادي نمبر شايع ڪيو. انهيءَ ايڊيٽوريل ۾ سنڌ ۽ آزادي جي هلچل بابت روشني وجهندي لکيو ويو آهي ته "وطن عزيز پاڪستان جي اصل خالق سنڌ آهي" (4) اڳتي هلي ان تي افسوس جو اظهار ڪيو ويو آهي ته پاڪستان جي ٺهڻ کانپوءِ ٻين صوبن جي پيٽ ۾ سنڌ جي ان تاريخي ڪردار کي يا ته گهٽ ڪري پيش ڪيو ٿو وڃي يا ان کي بلڪل نظرانداز ڪيو ويو آهي. مثال طور قائداعظم محمد علي جناح، جنهن جي پيدائش جهرڪ ۾ آهي، ان جي بجاءِ ڪراچي جي وزير منيشن کي اهو مقام ڏنو ويو آهي، سنڌ جي مشاهدو ڪندڙ ۽ تاريخ ساز

شخصيتن جي باري ۾ قومي سطح تي انهن جي خدمتن جو اعتراف نـاهي ٿيو. (5) تنهن ڪري مهراڻ جي انهيءَ شماري ۾ ٻه حصا آهن. پهرئين حصي ۾ سنڌ جو آزاديءَ جي تحريڪ بابت ڪردار آهي، ٻئي حصي ۾ تحريڪ آزادي جون ارڙهن اهم سنڌي شخصيتون شامل آهن. تحريڪ آزادي ۽ پاڪستان جي ٺهڻ جي جدوجهد ۾ سنڌ پنهنجو ڪردار پيش ڪندي صوبائي حقن ۽ صوبائي خودمختياريءَ جي حق کي مضبوط ڪرڻ تي چاهيو، ڇو ته پاڪستان جي ٺهڻ کانپوءِ سنڌ کي اها نمائندگي نه ملي سگهي، جنهن جي اها خواهشمند هئي، انهيءَ بنياد تي اڄ به سنڌ پنهنجي حقن لاءِ جدوجهد ڪري رهي آهي.

سنڌ جي تاريخ نويسيءَ ۾ ان وقت انقلابي تبديلي آئي، جڏهن 1956ع جي آئين ۾ اولهه پاڪستان چئني صوبن کي ملائي ون يونٽ ٺاهيو ويو. ان عمل سنڌ کي هڪ ڀيرو وري ان صورتحال وانگر ڳڻيير ڪري ڇڏيو ته جيڪا بمبئي سان الحاق جي صورت ۾ هئي. سنڌ جي خودمختياري هڪ ڀيرو وري ختم تي وئي ۽ اها بمبئي جي جاءِ تي لاهور جي ماتحت ٿي وئي.

ان عمل ۾ سنڌ جي اڳواڻن جي موقعي پرستي به اڀري آئي، انهن ۾ اهي اڳواڻ به شامل هئا. جن پنهنجي ذاتي مفادن ۽ اقتدار خاطر ون يونٽ جي حمايت ڪئي ۽ ان جي جوڙجڪ ۾ پنهنجا ذريعا ۽ توانائيون استعمال ڪيون. ان مرحلي تي اهي اڳواڻ به سامهون آيا. جن ان سياسي عمل جي مخالفت ڪندي جيل ۽ سزائن کي برداشت ڪيو.

ون يونٽ جي تجربي سنڌ واسين کي سياسي طور تي باشعور بنائڻ ۾ وڏي مدد ڏني، ڇو ته ان ۾ پنجاب جي بالادستي شامل هئي. سنڌ جي بئراج جون زمينون فوجي آفيسرن ۽ نوڪر شاهيءَ کي ڏنيون ويون، سرڪاري ملازمتن ۾ غير سنڌين جو تسلط تي ويو. ان حالتن ۾

اهل سنڌ کي اهو احساس ٿيو تہ باب الاسلام هئڻ ۽ تحريڪ آزاديءَ ۽ پاڪستان جي آزادي واري جدوجهد ۾ ان جي حمايت ڪين نہ رڳو حقن کان محروم ڪري ڇڏيو، پر سياسي ۽ معاشي ۽ ثقافتي طور تي ان کي پوئتي ڌڪي ڇڏيو. تنهن ڪري سنڌ جي تاريخ نويسيءَ ۾ اڄ تائين جيڪا اهميت مذهب ۽ مذهبي سڃاڻپ طور تي، ان کي رد ڪري ڇڏيو ويو. ان جي مقابلي ۾ جيڪي نوان رجحان پيدا ٿيا، انهن "سنڌي نيشنلزم" جهڙن جذبن کي پيدا ڪيو، ان سان گڏوگڏ تاريخ نويسي انهن واقعن کي اجاگر ڪيو، جن ۾ غير ملڪين جي حملن جي ڪري سنڌ کي نقصان ڪٺو پيو ۽ غير ملڪي ثقافت جو سنڌ تي تسلط قائم ٿيو. ان موقعي تي سنڌ جي تاريخ ۾ بہ گروهہ پيدا ٿيا، هڪڙا اهي هئا، جن سنڌ جي دفاع ۾ قربانيون ڏنيون، غيرملڪين خلاف مزاحمت ڪئي هئي ۽ ٻيا اهي هئا، جن سنڌ جي مفادن کي هڪ طرف رکي ڪري پنهنجي فائدن لاءِ مفاهمت ڪئي هئي. انهن سنڌ جي سورمن ۽ سنڌ جي غدارن جي ڪردارن جو تاريخي جائزو ورتو ويو هو.

(6) تاريخ نويسي جي ٻي اهم ڳالهہ اها آهي تہ جن غيرملڪين سنڌ تي جيڪي ظلم ڪيا، انهن سنڌ جي ماڻهن جي مُعاشي حالت کي تباهہ ۽ برباد ڪيو، جنهن ڪري انهن جي ثقافت ڪمزور ٿي، اهو هڪ مظلوم سنڌ جو تصور هو، جيڪو غيرملڪين جي اقتدار ۾ تڪليف ۽ اذيت ۽ محرومي جو شڪار رهيو.

جيئن تہ سنڌي نيشنلزم جي تحت جيڪا نئين تاريخ لکي وئي ان ۾ تاريخ سنڌ جي تاريخ کي سيڪيولر طور پيش ڪيو. سنڌ جي تاريخ جون پاڙون سنڌ جي تهذيب ۾ ڳوليون ويون. ان تهذيب جي ترقيءَ ۽ عروج کي سنڌ واسين سان منسوب ڪندي دعويٰ ڪئي وئي تہ سنڌ جي تهذيب دنيا جي قديم تهذيبن سان ٻيٽي سگهجي ٿي. اها تهذيب سنڌ

جو ورثو آهي، جنهن سنڌ کي تهذيبي لحاظ کان هڪ اعليٰ مقام تي پهچايو.

سنڌ جي تاريخ نويسيءَ ۾ جي ايم سيد جيڪي اهم تبديليون ڪيون انهن ۾ عربن جي فتح سنڌ کي رحمت جو ڪارڻ نہ پر ذلت جو ڪارڻ قرار ڏنو. محمد بن قاسم جيڪو اڄ تائين فاتح ۽ سورمو هو، اهو حملا آور ثابت ٿيو، جنهن سنڌ تي حملو ڪري ان کي فتح ڪري پوئتي ڌڪي ڇڏيو، ان جي اصل جاءِ تي اصل هيرو راجہ ڏاهر هو، جنهن مادر وطن جو دفاع ڪيو. هتي سنڌ جي تاريخ اسلام پسندن ۽ قومپرستن ۾ ورهائجي وڃي ٿي. اسلام پرست سنڌ جي قديم تاريخي تهذيب، سنڌ جي تاريخ ۽ ان تي فخر ڪرڻ کي غيراسلامي سمجهندي انهيءَ کي رد ڪن ٿا ۽ سنڌ جي تاريخ جي ابتدا عربن جي فتح سان ڪن ٿا. جڏهن تہ قومپرست مؤرخ عربن جي فتح کي ٻين حملا آورن وانگر هڪ غاصباڻو حملو تصور ڪندي ان جي مذمت ڪندا آهن. انهن ٻنهي رجحانن ۾ سنڌ جي موجوده سياست جهلڪي رهي آهي تہ حملا آور مسلمان هجن يا غير مسلم، انهن کي بطور حملا آور ۽ غاصب ڏسڻ کپي. وطن جو دفاع چاهي ڪو بہ ڪري اهو هندو هجي يا مسلمان ان جي عزت ڪرڻ کپي.

(7) جي ايم سيد سنڌ جي تاريخي ماخذن تي تنقيد ڪئي، جن ۾ انهن حملا آورن جي تعريف ۽ توصيف آهي. جهڙوڪ: "چچنامہ" يا "جنتِ السنڌ" وغيره. ان جي اڳيان انهن تاريخن ۾ سنڌ جي ماڻهن لاءِ مدهوشيءَ جو مواد آهي، جيڪو انهن کي صحيح تاريخي شعور کان محروم ڪري ڇڏيندو آهي.

(8) تنهن ڪري اهي سڀ فاتح، جن سنڌ کي فتح ڪيو، اهي سڀ غاصب، ظالم ۽ سنڌ کي تباهہ ڪرڻ وارا هئا، ڀلي اهو دارا هجي يا

محمد بن قاسم، محمود غزنوي، علاؤالدين، شاھ بيگ ارغواني، خانِ خانان، فرخ سير يا چارلس نيپيئر ھجي.

(9) موجوده سياسي حالتن ۾ اھو ضروري ھو تہ سنڌ جي تاريخ جي سورمن ۽ غدارن جي جي ڌار ڌار وصف لکي وڃي. معنيٰ اھي ماڻھو، جن سنڌ جو دفاع ڪيو ۽ ان جي لاءِ قربانيون ڏنيون ۽ پنھنجي ذاتي مفادن کي ملڪ ۽ قوم جي مفادن تي ترجيح ڏني. اھي ماڻھو جن غيرملڪي فاتحن ۽ غاصبن سان ناھہ ڪندي ذاتي فائدا حاصل ڪيا. تنھن ڪري سنڌ جي سورمن جن ۾ راجہ سھيرس، راجہ ڏاھر، دودو سومرو، دريا خان، مخدوم بلاول، شاھ عنايت شھيد، ھوش محمد شھيد، الھہ بخش سومرو ۽ ھيموُ ڪالاڻي شامل آھن. جڏھن تہ غدارن ۾ قاضي قاضن، ناؤمل، مير علي مراد اھم اَھن، جن سنڌ سان غداري ڪئي. سنڌي تاريخ نويسيءَ ۾ اھو پيغام ڏنو ويو تہ سنڌ جي آزاديءَ جون جنگيون جيڪي ڪيچ مڪران، ٺٽي، مياڻي ۽ دبيءَ ۾ وڙھيون ويون ھيون، اھي ختم ناھن ٿيون، پر اڄ تائين جاري آھن ۽ اھي جنگيون شھر شھر ۽ ڳوٺ ڳوٺ ۾ لڙيون وينديون.

(10) سنڌ تي غيرملڪي تسلط جا ڪھڙا اثر پيا؟ ان موضوع تي 1962ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ مغل دؤر جي ھڪ ڪتاب"تاريخ مظھر شاھ جھاني" شايع ڪئي، جنھن جو مقدمو حسام الدين راشدي لکيو آھي. ھن مقدمي ۾ ھن خصوصي طور انھن واقعن جي چونڊ ڪئي آھي، جن ۾ سيوستان جي مغل گورنر ھٿان سنڌ جي ماڻھن تي ٿيل ظلمن جا تفصيل آھن. ان کي جيڪڏھن زمان حال جي تناظر ۾ ڏنو وڃي تہ اھو اندازو ٿيندو تہ سنڌ اڄ بہ غير ملڪي تسلط ۾ اھڙن ظلمن جو شڪار آھي. مثال طور، ھو لکي ٿو تہ سنڌ جي گورنر جو نائب مرزا يوسف ھو، ھوُ روز بيگناھہ ماڻھن کي شھر مان سڏائي پنھنجي سامھون ڪوڙا ھڻائيندو ھو. اھڙيءَ ريت بہ ٽي سو بيگناھن کي مارڻ ان جو روز جو

معمول هو، انهيءَ تشدد ۽ مارڪٽ ڪرڻ وقت جيترا مظلوم مري ويندا هئا، انهن جي پوئيواري ڪرڻ وارو ڪير بہ نہ هوندو هو ان دوُر ۾ ماُڻهن مٿان ظلم جا ڪکر ايترا تہ ڇانيل هئا جو سندن ڪو حال پائي ڪو نہ هو جو ان جي داداگيريءَ خلاف جنهن ڪي پڪارين".

(11) مغل حڪومت ۽ ان جي عهديدارن جي ظلمن ۾ ماڻهو جي دولت ۽ جائداد ضبط ڪرڻ، بي انتها ٽيڪس لڳائڻ، اذيت جا نوان نوان طريقا ايجاد ڪرڻ، ماڻهن کان رشوت وٺڻ، ڌاڙيلن ۽ رهزنن جي سرپرستي ڪرڻ ۽ شهر جي معزز ماڻهن جي بي عزتي ڪرڻ شامل هو. ان جو نتيجو اهو نڪتو تہ:

سيوستان جو پورو علائقو تباهہ ۽ برباد ٿي ويو. ڳوٺ ويران، آباديون اجڙي ويون ۽ زمينون بنجر ٿي ويون. ماڻهن حيران ۽ پريشان ٿي ڪري سنڌ جي ٻين علائقن ۽ ڳوٺن ۾ وڃي پناهہ ورتي. هي سڀ ڪجهہ ٿيندو رهيو، پر ڪنهن جي منهن منجهان هڪ لفظ بہ نہ نڪتو.

(12) اهڙي دوُر محمد عثمان ڏيپلائي هڪ تاريخي ناول "سانگهڙ" جي نالي سان 1962ع ۾ شايع ڪرايو، جنهن ۾ حر تحريڪ ۽ برطانوي حڪومت جي وچ ۾ ٽڪراءَ ڪي بيان ڪيو ويو آهي تہ جيئن نئين نسل کي اهو تاريخي شعور ٿئي ۽ سنڌ جو عوام ڌارين خلاف جدوجهد ڪندي رهي.

سنڌ جي ماڻهن ۾ تاريخي شعور پيدا ڪرڻ جي لاءِ اهو ضروري هو تہ تاريخ کي ائين بيان ڪيو وڃي، جنهن سان سنڌ جي عظمت ۽ وڏائي ۽ تهذيبي ورثي جي زرخيزي ثابت ٿئي. ان تهذيبي عمل جي تاريخ موهن جو دڙو کان شروع ٿئي ٿي ۽ پوءِ ان ثقافتي ورثي جون جهلڪيون ڄام نظام الدين جي مقبري جي ڇنسانيءَ، رني ڪوٽ ۽

عمرڪوٽ جي قلعن، حيدرآباد شهر جي منگهن، سنڌ جي اجرڪ، رلي، ڪاشيگريءَ جي ٽائيلز ۽ فرنيچر ۾ نظر اچي ٿي.

(13) سنڌي ادب جا مور شاهه لطيف، سچل ۽ سامي آهن، جن پنهنجي شاعريءَ ۾ سنڌ جي جذبن جي عڪاسي ڪئي آهي ۽ سنڌي زبان کي زرخيز بڻائي ان کي هڪ جداگانه حيثيت ڏني آهي. سنڌي قومپرستيءَ جو بنياد مذهب تي نه پر زبان ۽ علائقي تي آهي. سنڌي ڳالهائڻ وارو چاهي مسلمان هجي يا غير مسلم، اهو قوم جو هڪ فرد آهي، ان ۾ قومي نظرئي جي نفي ڪندي سنڌي قوميت کي سيڪيولر بنيادن تي بيهاريو ويو آهي.

هتي ان ڳالهه ڏانهن اشارو ڪرڻ ضروري آهي ته جڏهن به تاريخ کي نيشنلزم جي تحت لکيو ويندو آهي ته واقعن کي نه رڳو مسخ ڪيو ويندو آهي پر ان جي بيان ۾ وڌاءُ کان ڪم ورتو ويندو آهي. نيشنلزم جي خلاف جيڪڏهن واقعا موجود هجن ته انهن کي نظرانداز ڪيو ويندو آهي. سنڌ جي تاريخ نويسيءَ ۾ به اسان انهن رجحانن کي ڏسون ٿا، پيو اهو ته سنڌ جي تاريخ نويسيءَ جا اهي نظريا علمي طور پيش ناهن ڪيا ويا پر انهن کي جذباتي طور تي لکيو ۽ ڦهلايو ويو آهي. سنڌ جي مظلوميءَ ۽ محروميءَ مان فائدا حاصل ڪرڻ وارا سنڌ جا وڏيرا ۽ زميندار رهيا آهن، جڏهن ته سنڌ ۾ عوام اهڙي طرح سان استحصال جو شڪار ٿيندو رهيو.

سنڌ جي تاريخ نويسي سنڌي نيشنلزم جي لاهن چاڙهن ۾ اچي رهجي وئي. ان ۾ رڳو ان حد تائين نوان خيال ۽ نظريا آيا جنهن حد تائين ان نيشنلزم کي سهارو ڏنو ۽ قومي تحريڪ جي مفادن کي پورو ڪيو. پر سنڌ جي تاريخ نويسيءَ ۾ علمي طور تي ڪا به ترقي نه ٿي آهي، انهيءَ ڳالهه جي ڪا به ڪوشش نه ڪئي وئي آهي ته سياست کي

اڳتي آٽي  بين سماجي علمن جي روشني ۾ شڪل ڏني وڃي ۽ سنڌ ۽ ان جي ۽ سماج تـي تحقيـق ڪئي وڃي. مثـال طـور: ٽيڪنالاجي سنڌ جي معاشري تي ڪهڙا اثر ڇڏيا. سماجي تبديليون ڪهڙن ڪهڙن مرحلن تـي ٿيون ۽ انهن سنڌ جي سماجي طبقن جي ڪهڙي انداز ۾ جوڙجڪ ڪئي. سنڌ ۾ هارين ڪهڙيون بغاوتون ڪيون؟ انهن جو زرعي نظام ڪهڙو هئو؟ انهن جو قبيلائي نظام ڪهڙن بنيادن تي قائم هئو؟ غير ملڪي واپار سنڌ تي ڪهڙا اثر ڇڏيا؟ ويجهڙائي ۾ شڪارپور ۽ حيدرآباد جي هندو واپارين ۽ انهن جي واپاري سرگرمين تي ڪلاڊ مارڪووٽس ڪم ڪيو:

The Global world of Indian merchants(1750 to 1947)

جنهن مان سنڌ جي هندو واپارين ۽ سندن پوريءَ دنيا ۾ ڦهليل واپار جي بابت نوس معلومات ملي ٿي ۽ اهڙي قسم جا ڪيترائي موضوع آهن، جن تي ڪم ڪرڻ جي ضرورت آهي.

ڏنو وڃي تہ سنڌ جي تاريخ اڃان اڻپوري آهي، ان کي سياست ۽ تنگ نظرين کان آزاد ڪري وسيع بنيادن تي مڪمل ڪرڻ جي ضرورت آهي، پر موجوده حالتن ۾ اهو هڪڙو خواب لڳي ٿو، ڇو تہ سنڌ جون يونيورسٽيون ۽ تحقيقاتي ادارا اهڙين تخليقي صلاحيتن کان محروم آهن، جيڪي سنڌ جي تاريخ تي تحقيقاتي ۽ علمي ڪم ڪري سگهن. تاريخ جو ڪم سياسي مفادن کي ئي پورو ڪرڻ نہ آهي، بلڪ ان جو ڪم ماڻهن ۾ هڪ اهڙو تاريخي شعور پيدا ڪرڻ آهي، جيڪو ماضيءَ ۽ حال کي سمجهڻ ۾ مدد ڪري.

حوالا:

1. ڊاڪٽر مبارڪ علي- سنڌ: خاموشي ڪي آواز - لاهور 1994ع- ص 256
2. سليمان ندوي: عرب و هند ڪي تعلقات ڪراچي 1976ع- 187- 192
3. مهراڻ:تحريڪ آزادي نمبر - نمبر 1 ۽ 2 سال 1985ع سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو ص 17-18
4. ايضن: ص 5
5. ايضن: 6
6. ڊاڪٽر مبارڪ علي: ص 45
7. عبدالواحد آريسر: جي ايم سيد- منظور آباد (5) ص 56
8. ايضن: ص 55
9. ايضن: ص 58
10.ايضن: ص 63
11.حسام الدين راشدي: مقدمہ تاريخ مظهر شاهجهاني(يوسف ميرڪ) سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد 1962ع- ص 21
12.ايضن: ص 30، 31
13. آريسر: ص 62، 63

# شڪارپور ۽ حيدرآباد (سنڌ) جا خانہ بدوش واپاري

تاريخ جا موضوع وقت جي تبديلين، ماڻھن جي دلچسپي ۽ نئين مواد جي ملڻ سبب تبديل ٿي رھيا آھن. ھڪ زمانو ھو جڏھن تاريخ ۾ فاتحن ۽ حڪمرانن جا ڪارناما ھوندا ھئا ۽ ان جا صفحا سماج جي بين گروھن ۽ انھن جي سرگرمين ڪان تقريبن خالي ھوندا ھئا. پر ھاڻي صورتحال بدلجي وئي آھي، حڪمران ۽ فاتح تاريخ جي حاشين ۾ اچڻ لڳا آھن ۽ انھن جي جاءِ انھن پارٽين، تحريڪ ۽ انھن جي سرگرمين ورتي آھي، جن خاموشيءَ سان، پر وڏي اھميت سان تاريخ تي پنھنجا اثر ڇڏيا آھن. انھن مان ئي ھڪ پارٽي، واپارين، سوداگرن ۽ ڪاروباري ماڻھن جي آھي. صدين ڪان ھي ماڻھو عالمي تھذيب ۽ تمدن تي نہ مٽجڻ جھڙا ۽ ڏور رس اثر وجھي رھيا آھن. ھي اھي ماڻھو آھن، جن پري پري جي ملڪن ۽ قومن جي وچ ۾ رابطن ڪي قائم ڪيو. ھڪ ٻئي جي پيداوار ۽ شين ڪان واقف ڪرايو. ماڻھن جي مذاقت ۽ "جمالياتي" احساسن ڪي ترقي ڏني، ٻولين ۽ نون لفظن ذريعي واڌارو ڪيو. سماجن جي رسمن، رواج ۽ عمارتن ۾ تبديليون پيدا ڪيون، ڏکين رستن ڪان گذري ھي پھاڙن، دريائن ۽ ٻيلن ڪي پار ڪندي نفعي خاطر برابر ھڪ جاءِ ڪان ٻي جاءِ تي ايندا رھيا. جيتوڻيڪ واپارين جي ڪري جنگيون بہ لڳيون، پر ڪاروبار ۽ واپار جي لاءِ انھن ڪي ھميشہ امن جي خواھش ھئي ۽ ھنن جنگ ڪان پرھيز ڪئي.

ھندوستان جي واپارين جي باري ۾ ھاڻي جيڪا تحقيق ٿي رھي آھي. ان مان اندازو ٿئي ٿو تہ قديم زماني ڪان اھي ڪاروباري مھم تي ھندستان ڪان ٻاھر ويندا رھيا آھن. انھن ھندستاني واپارين ۾ سڀني ڪان وڌيڪ مھم جو ۽ جدت پسند واپاري سنڌ جي ٻن شھرن جا ھئا. اھي

شڪارپور ۽ حيدرآباد (سنڌ) جا رهندڙ واپاري هئا. جن مختلف وقتن ۾ واپار ۽ ڪاروبار جو هڪ نئون رڪارڊ قائم ڪيو. ان موضوع تي جيڪو دلچسپ ۽ مشڪل آهي- ڪلاڊ مارڪو وٽس جي "The Global Trade of Indian Merchants" 1750- 1947(2000) تي، جنهن ۾ هن سنڌ جي انهن واپارين جو احوال لکيو آهي ته انهن بخارا کان وٺي پانامه تائين پنهنجي ڪاروبار کي ڦهلائي ڇڏيو. انهن جي ڪاروبار جي اهڃا تاريخ سرڪاري دستاويزن، سفارتي خط ۽ ڪتابت، سياحن جي بيانن ۽ ذاتي ڊائرين ۾ محفوظ هئي، جن جي مدد سان مارڪووٽس ان تاريخ جي تشڪيل ڏني، جيڪا پنهنجي اندر ڇاڻ جو هڪ ذخيرو رکي ٿي.

مارڪو وٽس جي تحقيق مطابق سنڌ جا واپاري قديم زماني کان ڏور اوير کان وچ اوير ۽ بين ملڪن ۾ واپار لاءِ ويندا رهندا هئا، جڏهن ته چوڏهين صديءَ ۾ چين ۾ هندو واپارين جي موجودگيءَ جو پتو پوي ٿو، ان طرح پندرهين صديءَ ۾ مسقط ۾ ننڍي کان آيل هندو واپاري، جن جو تعلق ڀاليه قبيلي سان هو، اتي پنهنجي آبادي آباد ڪري رکي هئي. قديم ۽ نار ۾ سورت جي بندرگاهه واپاري لحاظ کان تمام اهم هئي. هتان کان گجراتي واپار يمن، حبشه ۽ حضر موت ويندا هئا. هندي سمنڊ واپاري سرگرمين جو مرڪز هو. زنجبار، بحرين، ابوظهبي، بوشير ۽ بندر عباس جي شهرن سان هندستان جا واپاري تعلق هئا. اوڏانهن ڏکڻ اوير ايشيا ۽ ڏور اوير ۾ برما، ٿائيليند، سماترا ۽ جاوا ۾ انهن جا واپاري مرڪز هئا. هندستان جا واپاري سامونڊي ۽ خشڪي ٻنهي رستن کي استعمال ڪندا هئا. خشڪيءَ جي رستي کان اهي ايران، افغانستان ۽ وچ ايشيا ويندا رهندا هئا.

ارڙهين صديءَ ۾ جڏهن يورپي قومن سمنڊن تي قبضو ڪري ورتو ته هندستاني واپاري پنهنجي آزادي وڃائي ويٺا ۽ هندستاني

معيشت انهن جي محتاج ٿيندي وئي. هاڻي هندستان جي واپارين جي اها مجبوري ٿي تہ انهن کي پنهنجو سامان يورپي جهازن جي ذريعي موڪلڻو پوندو هو. ان کان واپارين جي ڪجهہ پارٽين ضرور فائدو ورتو. مثال طور ارڙهين صديءَ ۾ آفيم جو واپار ڏاڍو فائديمند هو. هندستان جي واپارين ان جو واپار يورپي واپارين سان گڏ ڪرڻ شروع ڪري ڏنو. ان جي منڊي چين هئي، جتي ان جي کپت ٿيندي هئي، پر جڏهن بحري رستي ذريعي ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ آفيم جي واپار تي هڪ هٽي قائم ڪري ورتي تہ هندستان جي واپارين ان کي راجپوتانہ ۽ سنڌ جي رستن سان اسمگل ڪرڻ شروع ڪري ڏنو. ان واپار ۾ خاص طور تي شڪارپور ۽ حيدرآباد سنڌ جا واپاري ملوث هئا.

(1) 1855ع کان وٺي 1914ع تائين جو شهنشاهيت (Imperialism) جي عروج جو زمانو آهي ۽ جنهن وقت جي هندستاني واپارين جي مقابلي ۾ انگريزي واپاري فرم اڳي ويا هئا، جيڪي ڪلڪتي، بمبئي ۽ مدراس ۾ پنهنجون شاخون قائم ڪندي هندستان ۽ ٻين نئين آبادڪارين ۾ واپار ۾ مصروف هيون. ان وقت ۾ هندستاني واپاري آفريڪا، ڏکڻ اوڀر ايشيا ۽ چين سان واپار ڪري رهيا هئا، پر هاڻي اهي چين ۾ آفيم جي جاءِ تي ڪپهہ ڪٽي ويندا هئا، ڇو تہ آفيم تي انگريزن جي هڪ هٽي ٿي وئي هئي. انهن واپارين ۾ جيڪي نيون جماعتون اڀري آيون، انهن ۾ خوجہ، بوهري ۽ پارسي قابل ذڪر آهن. بعد ۾ مارواڙي واپارين بہ انهن ۾ شموليت اختيار ڪري ورتي.

1880ع کان 1930ع تائين برطانوي نين آبادڪارين ۾ هندستاني واپارين جو تعداد ڪافي وڌي ويو. هاڻي انهن پنهنجي لاءِ برطانوي راڄ هئڻ جو فائدو ورتو ۽ برطانوي تحفظ جي ڇانو ۾ نين آبادڪارين ۾ پنهنجين واپاري سرگرمين کي وڌايو. هندستان جي واپارين ۾ هندو ۽ مسلمان ٻئي شريڪ هئا، پر واپار ۽ ڪاروبار جي

---

شڪارپور ۽ حيدرآباد (سنڌ) جا خانہ بدوش واپاري

سلسلي ۾ انهن ۾ ٿورو گهڻو فرق ٿيندو رهندو هو. مثال طور: مسلمان واپاري ٻاهر ويندا هئا ته اهي پاڻ سان گڏ گهر وارن کي به وٺي ويندا هئا، پر هندو واپاري پنهنجي عورتن کي گهرن ۾ ڇڏي ويندا هئا. انهيءَ جو سبب اهو هو ته پهريان ته مردن تي سمنڊ پار وڃڻ تي پابندي هئي، جو واپسيءَ تي اهي رسمن جي ذريعي پاڻ کي پاڪ ڪري وٺندا هئا، پر عورتن کي گڏ وٺي وڃڻ ۾ انهن جي پاڪيزگيءَ جو سوال هو. انهن کي گهرن ۾ انهيءَ ڪري ڇڏيو ويندو هو ته جيئن گهر جي پاڪيزگي برقرار رهي. هندستاني واپارين جي سڃاڻپ يا ته انهن جي ذات مان ٿيندي هئي، يا انهن جي علائقي مان، جيئن مارواڙي، ڪانياواڙي، بوهرن ۽ خوجه وغيره. واپاري رڳو وڏن شهرن مان ئي نه ايندا هئا، پر ننڍن شهرن جا واپاري به ڪاروبار ۾ نمايان حيثيت حاصل ڪري وٺندا هئا، جيئن ڪڇ کان ايندڙ ڪڇي، هندو موهنه ۽ ڀاٽيه وغيره. مارڪووٽس، سنڌ ۾ يورپين جي اچڻ کانپوءِ جيڪي واپاري سرگرميون وڌيون، انهن جي ڌانهن اشارو ڪندي لکيو ته سڀ کان پهريان هتي پرتگيزي آيا. ان وقت ٺٽو شهر واپار جو اهم مرڪز هو. سنڌ جي واپارين پرتگيزي جهازن جي ذريعي پنهجو سامان واپار واسطي غير ملڪن ۾ موڪلڻ شروع ڪري ڇڏيو. 17 هين صديءَ ۾ سنڌ جي هندو واپاري(واڻين) جا پنهنجا جهاز هوندا هئا، انهن جي پراڻي بندرگاهن ۾ ديبل، لاهري بندر هئا ۽ پوءِ شاهبندر، ڪڙڪ بندر ۽ ڪراچي نوان بندرگاهه هئا. جڏهن ڪراچي جي بندرگاهه کي ترقي ٿي ته ان سان گڏ ئي ٺٽي شهر جو زوال ٿيو ۽ جڏهن ڪلهوڙن 1769ع ۾ حسين آباد کي پنهنجي گاديءَ جو هنڌ ناهيو ته هن شهر سياسي ۽ واپاري لحاظ کان اپرڻ شروع ٿيو.

(2) مارڪووٽس ان نظرئي کي به رد ڪيو آهي ته مسلمانن جي ئي حڪومت ۾ سنڌ جي هندن سان ظلم ٿيندو هو، ان جو چوڻ آهي ته ان نظرئي کي برطانوي مورخن ڦهلايو، نه ته حقيقت هيءَ هئي ته سنڌ جي

هندن کي دربارن ۾ اهم عهدا مليل هوندا هئا ۽ انهن سان برابري ۽ رواداريءَ جو سلوڪ ٿيندو هو. سنڌ جو هندو اتر هندوستان جي سماج کان بلڪل مختلف هو. هتي ذات پات جي گهٽي سختي نہ هئي. ماڻهن جي سڃاڻپ ذات جي بدران انهن جي قبيلي سان ٿيندي هئي. اڪثر هندو مذهبي اعتبار کان نانڪ پنٿي هئا. 1881ع ۾ موهٽا قبيلي جي اڪثر ماڻهن سک هجڻ جو اعلان ڪيو. جيتوڻيڪ 1891ع جي آدمشماريءَ ۾ سيني پاڻ کي هندو لکرايو. انهن جي عبادتگاهن، هندو ڌرم جا بت ۽ گرنٿ صاحب ٻئي گڏ گڏ هوندا هئا. هندو مسلمان صوفين جا بہ مريد هوندا هئا. انهن جي درگاهن تي زيارتن لاءِ ويندا هئا، انهن کي ٿي سماج ۾ پورو مذهبي، معاشي ۽ سياسي تحفظ حاصل هو. سنڌ جا عامل ۽ ڀائي بند حڪومت جي اعليٰ عهدن تي مقرر هئا، خاص طور تي روينيو جي شعبي ۾.

ان ڪري اهو چوڻ تہ سنڌ جي هندن برطانوي دؤر ۾ ترقي ڪئي، صحيح ناهي. ڇو تہ اهي ان کان گهڻو اڳ ۾ ڪاروبار ۾ ترقي ڪري چڪا هئا. خاص طور تي وياج واري ڪاروبار ۾. ويهين صديءَ جي وچ ڌاري 42 سيڪڙو زمين هندن وٽ هئي. اهي زرعي پيداوار سستي خريد ڪري منافعو ڪمائيندا هئا. ان ڪري بحيثيت واپاري هو برطانوي دؤر کان اڳ بہ پنهنجي هڪ ڌارحيثيت رکندا هئا.

(3) جيتوڻيڪ شڪارپور 1617ع ۾ قائم ٿيو هو، پر ان جي اهميت 1750ع جي ڏهاڪي ۾ ان وقت وڌي، جڏهن اهو حڪمرانن جي تسلط ۾ اچي ويو ۽ ان جو رابطو ان جي گاديءَ جي هنڌ قنڌار سان قائم ٿي ويو. شڪارپوري واپارين بحيثيت شاهوڪار ۽ بئنڪرز جي وڏي شهرت حاصل ڪئي.

هتي هڪ سوال ايري ٿو تہ آخر شڪارپور ۽ حيدرآباد سنڌ جي هندو واپارين ڪيئن ٻاهر واپاري سرگرميون وڌايون ۽ آخر ڇو هتي ڪو

۽ مسلمان قبيلو يا پارٽي واپار ۾ اڳتي نہ آئي؟ ان جو هڪ ڪارڻ تہ هي هو تہ شڪارپور جنهن تي درانين (پٺاڻن) يا افغانين جو قبضو هو، انهن جي دلچسپي جنگ ۽ جبر ۽ ڦرلٽ سان هئي، جو ان ۾ وڌيڪ فائدو هو. سنڌ ۾ جاگيردار ۽ زميندار هئا، جيڪي واپار کي نفرت سان ڏسندا هئا. انهن حالتن ۾ شڪارپور ۽ حيدرآباد جي هندن لاءِ واپار جو ميدان کليل هو، ان ۾ هو ڪنهن مشڪل ۽ مقابلي ڪانسواءِ داخل ٿي ويا. سنڌ ۽ هندستان کان ٻاهر واپار جي سلسلي ۾ انهن جا مذهبي عقيدا، انهن جي راهہ ۾ رڪاوٽ نہ بڻيا. جيئن هندستان جي ٻين علائقن جا ماڻهو سمنڊ جو سفر نہ ڪندا هئا، يا ان گناهہ جي عيوض انهن کي مهانگيون رسمون ادا ڪرڻيون پونديون هيون. سنڌ جا هندو ان معاملي ۾ ڪشاده دل ۽ آزاد خيال هئا. ان لاءِ انهن کي اٽڪ کان پري وڃڻ ۾ ڪا بہ مشڪل نہ ٿيندي هئي، نہ تہ عام هندو اٽڪ کان پري وڃڻ ۾ پنهنجي ذات کي ناپاڪ ڪري وٺندو هو. اها ٿي صورت سمنڊ جي سفر جي هئي. تنهن ڪري شڪارپورين خشڪي وارن رستن سان ٻاهرين ملڪن سان واپار ڪيو تہ حيدرآباد بحري رستي سان. انهن ٻنهي جي واپاري طريقي ۾ بہ فرق هو. مثال طور شڪارپوري سونارا ڪرنسيءَ جي واپار، بئنڪنگ ۽ وياج تي ڏوڪڻ ڏيڻ وارا هئا، جڏهن تہ حيدرآبادي واپاري سنڌ جي دستڪاريءَ ۽ ٻين شين جو واپار ڪندا هئا.

شڪارپور جي واپارين اول احمد شاهہ ابداليءَ جي هندستاني مهمن ۾ سيڙپڪاريءَ ڪري فائدو ڪمايو. ان سان گڏ ٿي انهن ابدالي جي مال غنيمت جي خريداري ۽ وڪرو جي ذريعي سرمايو گڏ ڪيو. سرمائي جي ان هڪ هنڌ گڏ ٿيڻ ڪانپوءِ انهن سنڌ جي ڀهراڙين ۽ ڳوٺن ۾ حڪمرانن ۽ زميندارن کي وياج تي پيسا ڏيڻ شروع ڪيا، پر سنڌ ۾ انهن جي وياجي ڪاروبار کي ان لاءِ وڌارو نہ ملي سگهيو، ڇو تہ هتي

وڏيرو، سيد ۽ پير وڏيڪ بااثر هو .هارين تي بہ انهن جو تسلط هو. ان لاءِ انهن کي وياج جي وصوليءَ ۾ ڏکيائي پيش آئي، پر اڪثر شاهوڪارن جو قتل ٿيو .انهن حالتن ۾ انهن هي مناسب سمجهيو تہ سنڌ ۾ وياجي ڪاروبار ڪرڻ بدران، سنڌ کان ٻاهر رهي ڪاروبار ڪيو وڃي. هي موقعو کين دراني حڪومت جي ڪري مليو ويو ۽ هو در بولان لڪ رستي قنڌار، ڪابل، بلخ، قرشي ۽ بخاري اچي ويا. بحري سفر ۾ بندر عباس جي ذريعي قرشي ويا ۽ اتان کان بين شهرن ۾. افغانسان ۽ وچ ايشيا سان هي ايران ۾ نسڪيانڪ ويا. هي وياجي ڪاروبار ڪندا هئا. ڪاروبار جي صورت هيءَ هوندي هئي تہ سرمائيدار يا شاهہ شڪارپور ۾ رهندو هو. ان جا ڪارندا ان کان سرمايو وٺي واپار ڪندا هئا. شڪارپورين جي هنڊي جي ڪاروبار تي هڪ هٽي هئي. ان جي ٿي ذريعي وچ ايشيا ۽ ايران ۾ ادائگي ٿيندي هئي. هنڊي جي خاص ٻولي هوندي هئي ۽ خاص نشانيون جن جي ڪري هي جعلي نہ ٿي سگهنديون هيون. هنڊيءَ جو اعتبار هو، هي ڪڏهن بہ رد نہ ٿيندي هئي. ڪارندا الڳ رهي بہ واپار ڪري سگهندا هئا. بعد ۾ شاهہ سرمائيدار جا پگهاردار ملازم هوندا هئا. هي ماڻهو شڪارپور ايندا رهندا هئا، پر رستي جي ڏکيائيءَ جي ڪري آمدرفت ۾ وقفو ٿيندو هو. پنهنجي اهل خاندان کي هي ماڻهو پيسا موڪليندا رهندا هئا. شڪارپوري واپار ۽ ڪارندا پاڻ سان گڏ عورتن کي نہ وٺي ويندا هئا. ان ڪري هي پنهنجي ڪالونيءَ ۾ اڪيلا پنهنجي ماڻهن سان گڏ رهندا هئا. انهن جا جهيڙا نبيرڻ لاءِ انهن جون "پنچائتون" هونديون هيون. خاندان کان ڪٽيل ۽ الڳ رهڻ ڪري انهن جي زندگين ۾ هڪ اداسي ڇانيل رهندي هئي. وچ ايشيا ۾ اهي عورتن سان لاڳاپا بہ پيدا ڪري نہ سگهندا هئا. ڪجهہ ماڻهو اهڙا هئا، جن مسلمان ٿيڻ کان پوءِ شاديون ڪري ڇڏيون ۽ پوءِ اتي

---

شڪارپور ۽ حيدرآباد (سنڌ) جا خانہ بدوش واپاري

ئي آباد ٿي ويا. ڏکڻ ايشيا جي مقابلي ۾ سنڪيانگ ۾ جتي هي وياجي
ڪاروبار ڪندا هئا، اتي جا قانون ۽ روايتن مطابق جيڪڏهن هاري رقم
ادا ڪري نہ سگهندو هو تہ انهن جون عورتون ڪٽي ويندا هئا ۽ انهن سان
لاڳاپا قائم ڪري وٺندا هئا. انهن جي وياجي ڪاروبار جي ڪري هتي
انهن سان نفرت هئي. 1933ع ۾ انهن جي خلاف زبردست هنگامو ٿيو،
جنهن ۾ انهن ڪي پنهنجي سرمائي ۽ جائيداد تان هٿ ڌوئڻا پيا. 8-
شڪارپوري ماريا ويا ۽ انهن جي سموري جائداد ڦري وئي.

شڪارپور شهر جي اهميت 42- 1839ع جي افغان جنگين
ڪانپوءِ ختم ٿي وئي. ڏکڻ ايشيا ۾ انهن ڪي تڏهن پريشاني ڪي منهن
ڏيڻو پيو، جڏهن عظيم روسي انقلاب( 1917ع) ڪانپوءِ 1920ع ۾ روسي
هتي آيا. ان جي نتيجي ۾ اڪثر تہ اتان ڪان هليا آيا ۽ ٻيجي افغانستان
۾ پناهہ ورتي. 1930ع جي ڏهاڪي ۾ شڪارپورين جو ڏکڻ ايشيا ڪان
نين حالتن ۾ خاتمو ٿي ويو. ان ڪانپوءِ انهن ڪراچي، بمبئي، اولهہ
هندستان سان گڏ گڏ برما، ملايا ۽ سيلون ۾ پنهنجين واپاري سرگرمين
کي منتقل ڪري ڇڏيو.

(4) 1843ع ۾ سنڌ تي انگريزن جو قبضو ٿيو ۽ ٽالپرن جي
حڪومت جو خاتمو ٿيو تہ گڏوگڏ دربار ۽ ان سان لاڳاپيل ماڻهن کي
بحران کي منهن ڏيڻو پيو. حيدرآباد جا عامل ۽ واپاري جيڪي دربار
سان لاڳاپيل هجڻ جي ڪري مالي طور تي خوشحال هئا، هاڻي انهن لاءِ
هي رستو بند ٿي ويو. گڏ ئي حيدرآباد شهر جي اهميت ان وقت گهٽجي
وئي، جڏهن ان جي جاءِ تي ڪراچي کي نئون انتظامي مرڪز بڻايو ويو.
انهن حالتن ۾ حيدرآبادي واپارين لاءِ ان جي سواءِ ٻيو ڪو بہ رستو نہ هو
تہ اهي پنهنجي بقا جي لاءِ ٻيا ذريعا تلاش ڪن. تنهنڪري سنڌ جو
بمبئي سان الحاق ٿيو تہ انهن بمبئي جي راهہ ورتي تہ جيئن اتي سنڌ

جون شيون وڪرو ڪن. انهن شين ۾ هٿ سان ٺهيل ڪاٺ جو فرنيچر، دادوءَ جا اجرڪ، ٺٽي جي لونگي ۽ نوابشاهه جي پرٽ ۽ هرمچي جو ڪم خاص شيون هيون. انهن سنڌين کي اتي "سنڌ وارا" يا "سنڌ ورڪني" جي نالي سان سڏيو ويندو هو. سنڌ جون اهي شيون خاص طور تي اتي يورپي ماڻهن وٽ مقبول ٿيون، جن ۾ ايشيا جي شين جي استعمال جو شوق وڌي رهيو هو.

1860ع جي ڏهاڪي ۾ اهي بمبئي کان مصر ويا، ڇو ته هي اهو زمانو هو، جڏهن مصر ۾ سياحت ۾ واڌارو ٿي رهيو هو. هنن 1880ع جي ڏهاڪي ۾ هتي پنهنجا دڪان قائم ڪيا. 1890ع جي ڏهاڪي ۾ هي مصر مان مالٽا، الجيرز، جبرالٽر، نيپلز، سسلي، تيونس، سيوط ۽ هتان کان ليون، نائيجيريا ۽ ڏکڻ آفريڪا ويا. انهيءَ ڦهلاءَ ۾ هي جزائو جي ڪناري (Canary (Islands) ۽ اتان کان ڏکڻ آمريڪا ۾ بيونو آئرين، ريو، چلي ۽ پاناما وجي پهتا.

اوڀر ۾ انهن جي واپار جو ڦهلاءَ ڪولمبو کان سنگاپور (1873) جاوا، سماترا ۽ 1870ع جي ڏهاڪي ۾ چين ۾ ٿيو. 1890ع ۾ هي جاپان، سيام، ٿائيلينڊ، فلپائين، ويٽنام، ملبورن ۽ هونولولو تائين پهچي ويا. حيدرآبادي واپارين ڪپڙن، سلڪ، سنڌ جي شين، شالون ۽ دستڪاريءَ جي شين ۾ مهارت حاصل ڪري ورتي هئي. قاهره، بئنڪاڪ ۽ سنگاپور ۾ انهن جا وڏا وڏا دڪان هئا. هي شهر جي وڏين هوٽلن ۾ مسواڙ تي دڪان وٺندا هئا، خريد نه ڪندا هئا ته متان جائداد، ملڪيت جي شڪل ۾ ڦاسي نه پون ۽ ان جي منتقليءَ ۾ ڏکيائي ٿئي، پر دڪانن جي آرائش تي گهڻو خرچ ڪندا هئا ته جيئن گراهڪ متاثر ٿين. شڪارپورين وانگر سرمائيدار يا مالڪ يا بادشاهه سڏائيندو هو. ان جا ڪارندا ان جي نالي سان واپار ڪندا هئا. جڏهن هڪ خاندان ورهائجي

ويندو هو تہ ان سان گڏ ئي واپار بہ ورهائجي ويندو هو. ان جي ڪري هڪ ٻن ڏهاڪن ۾ ڪيترين ئي نيون واپاري فرمون وجود ۾ اچي ويون. هي جتي ويندا هئا، اتان جون ٻوليون سکي وٺندا هئا، پر پاڻ ۾ سنڌي ئي ڳالهائيندا هئا.

شروعات ۾ ٻنهي شهرن جي واپارين غير سياسي رهڻ جي ڪوشش ڪئي. 1843ع ۾ جڏهن هي برطانوي راڄ ٿيا تہ ان جو هنن کي فائدو ٿيو. مثال طور، شڪارپوري ڏکڻ ايشيا ۾ روس جي اچڻ ڪانپوءِ ان لاءِ بچي ويا، ڇو تہ هو برطانوي راڄ هئا. حيدرآباد جا واپاري شروع ۾ برطانوي حڪومت جا مخالف هئا، پر جڏهن انهن کي فائدي جو احساس ٿيو تہ ان جا وفادار ٿيا. 1890ع جي ڏهاڪي تائين هندستان ٻين ملڪن ۾ بغير ڪنهن دستاويز جي سفر ڪري سگهندا هئا، ان ڪانپوءِ پاسپورٽ جو هجڻ لازمي ٿيو. برطانيا جا شهري هئڻ جي حيثيت سان هي برطانيا جي حفاظت ۾ هوندا هئا، ان لاءِ هنن ان مان فائدو حاصل ڪيو.

برطانيا حڪومت شڪارپورين کان ڏکڻ ايشيا ۾ جاسوسيءَ جو ڪم پڻ ورتو. جيتوڻيڪ انهن کي سياست ۾ تجربو ۽ مهارت نہ هئي، ان لاءِ اهي ڏکڻ ايشيا ۽ نسڪيانگ جي حالتن کي سمجهي نہ سگهيا ۽ سياسي تبديلين جي ڪري نقصان ۾ ويا. پهرين مهاڀاري جنگ دؤران برطانيا سرڪار کي اهو ڊپ ٿيو تہ سنڌ جا واپاري غدر پارٽي يا جرمن جو ساٿ ڏئي سگهن پيا، پر اهو رڳو ڊپ هو جو واپاري سياست ۾ ملوث نہ ٿيا.

1920ع ۾ جڏهن هندستان ۾ تحريڪ خلافت ۽ عدم تعاون جي تحريڪ هلي تہ ان موقعي تي ڪجهہ واپارين ڪانگريس سان تعاون ڪيو. سڀاش چندر بوس جي انڊين نيشنل آرمي کي چندو بہ ڏنو، پر

خيال اهو آهي تہ شايد انهن جاپانين جي دٻاءَ ۾ اچي ائين ڪيو تہ جيئن هو سندن جان ۽ مال جي حفاظت ڪري. جنگ ڪانپوءِ جيڪي سياسي تبديليون آيون، ان ڪان بہ هي متاثر ٿيا. ان ۾ خاص طور سان ڪيترن ئي ملڪن جي اميگريشن جا قانون هئا.

1947ع ۾ ورهاڱي ڪانپوءِ جيڪي حالتون ٿيون، انهن جي ڪري حيدرآباد جي هڪ گڏجاڻيءَ ۾ هنن اهو فيصلو ڪيو تہ سنڌ ڇڏي وڃڻ گهرجي، ان ڪانپوءِ هنن پارت هجرت ڪئي ۽ جيڪي ماڻهو هانگ ڪانگ، سنگاپور، ڪناري جزائر، جبرالٽر، انڊونيشيا، فلپائن، اولهہ آفريڪا، ويسٽ انڊيز ۽ اولهہ آمريڪا ۾ هئا، انهن تي مستقل طور رهڻ جو فيصلو ڪري ورتو. واپارين جو وڏو تعداد هن دفعي ڪئناڊا، آمريڪا ۽ برطانيا هجرت ڪري ويو.

سنڌ ڪي ڇڏڻ ڪانپوءِ ان سنڌي واپارين جي ڪا بہ شناخت نہ رهي، ان لاءِ معاشري ۾ پنهنجو مقام حاصل ڪرڻ لاءِ ۽ ٻاهرين ملڪن ۾ پنهنجي حيثيت مستحڪم ڪرڻ جي لاءِ انهن ۾ هندو سجاڳپ اڀري، ان سان گڏ ئي هنن جو تعلق انهن هندو پارٽين سان گهڻو ٿي ويو، جيڪي بنياد پرست ۽ انتها پسند آهن، جيئن بي جي پي، ان وقت هندستان ۽ ان ڪان ٻاهر هي ان پارٽي جا سڀ ڪان وڏيڪ حامي هئا.

تاريخ جي اها ستم ظريفي آهي تہ سنڌي هندو جيڪو مذهبي معاملن ۾ انتهائي آزاد خيال، روادار، صوفي رجحانن جا حامي ۽ هندو ڌرم جي ذات پات ۽ انتهاپسندي ڪان پري هو، حالتن ان کي بلڪل بدلائي ڇڏيو ۽ هو مذهبي معاملن ۾ ساڙ ۽ تشدد پسنديءَ جو حامي ٿي ويو.

مارڪووٽس جو هي چوڻ صحيح ناهي تہ شڪارپور ۽ حيدرآباد جي سنڌين پنهنجي شهرن جي ترقيءَ لاءِ ڪجهہ بہ نہ ڪيو. شڪارپور جي حد تائين تہ هي تجزيو ڪنهن حد تائين صحيح آهي، ڇو تہ اتي انهن

---

*شڪارپور ۽ حيدرآباد (سنڌ) جا خانہ بلوش واپاري*

عاليشان گهر ٺهرايا ۽ پنهنجا پئسا جائيداد ۾ لڳايا. شهر جي ترقيءَ لاءِ ڪجهه گهٽ نه ڪيو. ان جو تعلق شڪارپور جي واپارين جي ان ذهنيت سان هجي، جيڪي وياج جو ڪاروبار ڪندا هئا. انهن وٽ وسعت ۽ دور انديشي جي کوٽ هئي. هو پنهنجي پيٽ ملڪن سان واپار ڪندا هئا. ان لاءِ انهن جو ذهن به پنهنجي ذات کان متاثر نه ٿيو.

پر حيدرآباد جي واپارين جي سلسلي ۾ اهو صحيح ناهي، ڇو ته انهن نه رڳو پنهنجي لاءِ خوبصورت ۽ عاليشان گهر ٺهرايا پر عام ماڻهن لاءِ ۽ فلاحي ڪمن ۾ به ڪافي پئسا خرچ ڪيا. اهڙيءَ طرح حيدرآباد ۾ باغات، ڪتاب گهر، اسپتالون، جانورن لاءِ چانودار جڳهيون، انهن جي پاڻي پيئڻ لاءِ حوض، ڪلب ۽ پبلڪ باٿ ۽ اسڪول ۽ ڪاليج قائم ٿيا. جنهن ڪري حيدرآباد شهر سماجي ۽ ثقافتي سرگرمين جو هڪ اهم مرڪز بڻجي ويو هو. پنهنجي صفائي، خوبصورتي ۽ سٺي آبهوا جي ڪري ان کي سنڌ جو پيرس چيو ويندو هو.

شڪارپور ۽ حيدرآباد جي واپارين جي هيءَ تاريخ جتي هڪ طرف پرڪشش ۽ دلچسپ آهي، اتي افسوسناڪ به آهي، جو انهن کان سنڌ مستقل طور تي الڳ ٿي وئي. اهي "سنڌ کانسواءِ سنڌي" ٿي رهجي ويا. وقت سان گڏ انهن جي سنڌي سڃاڻپ ختم ٿي ويندي ۽ اهي تاريخ جو هڪ حصو ٿي رهجي ويندا.

# سنڌ جو آواز

ڪراچيءَ کان حيدرآباد لاءِ جڏهن ڪو مسافر بس اسٽينڊ تي پهچندو آهي تہ ان تي مختلف بسن جا ڪنڊيڪٽر ٽٽي پوندا آهن، هڪ پيرو جيڪڏهن مسافر ڪنهن بس ۾ چڙهيو تہ اهو انهن جي ملڪيت بڻجي ويندو آهي، ان سان جيئن وڻين، تيئن ورتاءُ ڪن، جيڪڏهن ان بس ۾ گهٽا مسافر نہ هوندا آهن تہ انهن کي ڪنهن ٻيءَ بس واري کي وڪڻيءِ ڏيندا آهن، جيڪڏهن مسافر پاڻ ئي ٻئي ڪنهن لاريءَ ۾ چڙهڻ گهري تہ اها ڳالهہ سندس اختيار ۾ نہ هوندي آهي ۽ مسافر کان احتجاج جو حق مڪمل کسيو ويندو آهي ۽ اهو ڪنڊيڪٽر جي هٿ وس هوندو آهي.

آئون جنهن بس ۾ سوار ٿيس، ان ۾ فل آواز سان گانا هلي رهيا هئا. بس ۾ مسافرن ۽ ڊرائيور جو موسيقي بابت تصور اهو آهي تہ ان کي زور سان ٻڌو وڃي. شايد ماڻهن جي اندر جيڪا پريشاني ۽ دٻاءُ آهي، ان کي اهي آواز ۽ گوڙ ۾ گم ڪرڻ گهرن ٿا. بس ۾ جيڪي گانا هلي رهيا هئا، اهي شوقيہ ڳائيندڙن جا ڳايل هئا. ڪو مڪيش جي آواز ۾ ڳائي رهيو هو تہ ڪو رفيع جي آواز ۾ هاڻي هر اصلي شيءَ گم ٿي رهي آهي ۽ ان جي مقابلي ۾ ٻہ نمبر شيءِ جي گهرج آهي. خبر نہ آهي تہ جڏهن اصلي گانا ملي وڃن ٿا تہ پوءِ انهن نقل ڳائيندڙ فنڪارن جي ماڻهن کي ڪهڙي ضرورت پوندي آهي؟ ان مان سماجي سوچ بابت اندازو ٿئي ٿو تہ اها تيزي سان نقل ۽ تقليد ڏانهن وڃي رهي آهي. تخليقي صلاحيتون نہ رڳو سماج مان ختم ٿي رهيون آهن، بلڪ ماڻهو انهن جي جاءِ تي گنل پينل ۽ مدي خارج روايتن کي اهميت ڏين ٿا، پوءِ هي وقت سان گڏ ٻہ نمبر يا ٽي نمبر ئي ڇو نہ هجن ۽ الميو اهو آهي تہ اهي انهيءَ نقل سان خوش ٿين ٿا ۽ ان جي تعريف بہ ڪن ٿا.

جڏهن بس هلي تہ ڊرائيور پريشر هارن تي هٿ رکي ڇڏيو، جيڪو ايڏو تہ زور سان وڄي رهيو هو جو ڪنن جا پردا پئي ڦاٽا. ان جي خواهش هئي تہ سنڌس اڳيان سموري ٽريفڪ هٽي وڃي ۽ رستو رڳو سنڌس لاءِ ڪليل رکيو وڃي. ان مان بہ سماج جي ذهنيت جو اندازو ٿئي ٿو، ماڻهن ۾ ٻين کي پاڻ سان شريڪ ڪرڻ يا ڪين جاءِ ڏيڻ ۽ حق ڏيڻ جو جذبو ختم ٿي ويو آهي. هر ماڻهو صرف پنهنجي لاءِ ئي سوچي ٿو ۽ زبردستي يا غنده گردي جي ذريعي پنهنجي لاءِ رستو صاف ڪرائي ٿو، چاهي ان جي نتيجي ۾ اڳئين جو ڪيترو بہ نقصان ڇو نہ ٿئي.

تنهن ڪري جڏهن آئون ڳانن جي گوڙ ۽ پريشر هارن جي آواز سان گڏ ٻن ڪلاڪن جي سفر ڪانپوءِ حيدرآباد پهتس تہ منهنجا اعصاب جواب ڏئي چڪا هئا. بس مان لهڻ ڪانپوءِ مون کي سمجهہ ۾ نٿي آيو تہ آئون ڪٿي بيٺل آهيان. منهنجو حيدرآباد اڄڻ ٿيندو رهندو آهي، پر هر ڀيري حيدرآباد مون کي هڪ نئون شهر لڳندو آهي. آهستي آهستي شهر جون وڏيون، ڪليل ۽ ڪشاديون جڳهيون ۽ گهر ختم ٿي رهيا آهن، انهن جي جاءِ تي پلازه نهي رهيا آهن. شهر جي سوڙهن ۽ ننڍن رستن تي ٽريفڪ جو انبوهہ، آواز ۽ دونهون ئي دونهون آهي. روڊ ڀڳل آهن، گند ڪچرو پکڙيو پيو آهي، پوءِ بہ زندگي جاري آهي. ماڻهو ماحول جا ايترا تہ عادي ٿي ويا آهن جو انهن لاءِ ڀڳل روڊ، گندو پاڻي ۽ گدلو ماحول ڪا حيثيت نٿا رکن. ماڻهن انهيءَ صورتحال کي قبول ڪري ڇڏيو آهي، احتجاج جي جاءِ تي خاموش اطاعت آهي.

پريس ڪلب حيدرآباد ۾ ڪتابن جي نمائش يا ميلي جي ڪا تقريب هئي، جنهن لاءِ آئون هتي آيو هئس. حيدرآباد جو پريس ڪلب احتجاج ۽ مظاهرن جو مرڪز ٿي ويو آهي. جڏهن صبح جو آئون ويس تہ ڏٺم تہ اٽ، ڏهہ ماڻهو بک هڙتال تي ويٺل هئا. اهي ريڊيو پاڪستان جا

ماڻهو هئا، جيڪي پنهنجي مطالبن لاءِ آيل هئا. ٿوري وقت ڪانپوءِ هڪ جلوس آيو، جيڪو پاڻيءَ جي ڪوٽ خلاف مظاهرو ڪري رهيو هو. سڄو ڏينهن اهو سلسلو هلندو رهيو. هڪ صحافيءَ چيو تہ حيدرآباد جو هي پريس ڪلب ”هائيڊ پارڪ“ آهي، هتي ماڻهو ايندا آهن، تقريرون ڪندا آهن، مظاهرا ڪندا آهن ۽ هليا ويندا آهن، ڇا انهيءَ جو ڪجهہ اثر بہ ٿيندو آهي؟ ها اخبارن ۾ خبرون اينديون آهن. ماڻهن جي اندر جو اوٻر نڪري ويندو آهي ۽ بس انتظاميا تي ان جو ڪو بہ اثر نہ ٿيندو آهي ۽ ناانصافي ائين ئي هلندي رهندي آهي.

18- مارچ تي پريس ڪلب ۾ ئي منهنجو ليڪچر رکيل هو، هوريان هوريان ماڻهو ايندا رهيا، ڪجهہ دوست ڪراچي کان آيل هئا ۽ ڪجهہ ميرپورخاص کان آيل هئا. ننڍڙو هال هو، جيڪو لڳ ڀڳ سمورو ڀرجي ويو هو. مون ليڪچر ۾ جيڪا ڳالهہ ڇئي سا ڪتابن ۽ علم جي حوالي سان هئي، جيڪڏهن ڪتابن جا ميلا مختلف شهرن ۾ لڳندا رهن تہ ماڻهن کي ڪتابن بابت ڄاڻ ملندي، ڇو تہ اڪثر ڪتاب ڇپبا آهن، پر اهو معلوم نہ ٿيندو آهي تہ ڪهڙو ڪتاب ڇپيو آهي؟ اخبارن ۾ ڪتابن تي تبصرا (ڙيص ريصہ د ؛) بہ گهٽ ايندا رهندا آهن. جيڪڏهن پبلشر ماڻهن تائين ڪتاب ڪڻي وڃن تہ اهي يقينن انهن کي پڙهندا، پر شرط اهو آهي تہ اهڙا موضوع هجن، جن سان ماڻهن جو تعلق بہ هجي. اهڙيون لکڻيون هجن جن مان انهن کي شعور ۽ ڄاڻ ملي.

ٻي ڳالهہ جيڪا مون ليڪچر ۾ ڇئي سا اها هئي تہ علم هڪ طاقت آهي، تنهن ڪري رعايت مليل طبقو ۽ حڪمران طبقو انهيءَ تي پنهنجي والار ۽ قبضو رکڻ گهري ٿو ۽ عام ماڻهن کي انهيءَ تائين پهچڻ نٿو ڏئي. هڪ زماني ۾ علم تي برهمڻن جو قبضو هوندو هو. آمريڪا ۾ آفريقي غلامن جي لکڻ پڙهڻ تي پابندي هوندي هئي، پر هن

جمهوري دؤر ۾ چاڪاڻ تہ مڪمل پابندي ممڪن نہ آهي، تنهن ڪري تعليم تي ڪنٽرول ڪيو ويندو آهي، خاص طور تي نصابي ڪتابن تي. انهن ۾ اها ئي تعليم ڏني ويندي آهي، جيڪا حڪمران طبقن جي مفاد ۾ هوندي آهي تہ جيئن ماڻهن جي ذهنن کي پنهنجي مرضيءَ مطابق ٺاهيو وڃي، ان لاءِ اها پروپيگنڊا آهي تہ تعليم سماج لاءِ ضروري آهي ۽ ان جي مسئلن جو حل آهي. ان کي چئلينج ڪيو وڃي تہ ڪهڙي تعليم؟ اها تعليم جيڪا هن وقت ڏني تي وڃي، اها تہ ماڻهن کي انتهاپسند، سوڙهہ مغز ۽ ذهني طور تي بدحال ڪري رهي آهي. جيئن تہ تعليم جو سمورو نظام حڪومت جي هٿ هيٺ آهي، اها پنهنجي مرضيءَ موجب تعليم ڏئي رهي آهي ۽ اها ماڻهن کي ذهني غلام بڻائي رهي آهي.

انهن حالتن ۾ سماج کي پنهنجي بقا ۽ زندگيءَ لاءِ متبادل علم پيدا ڪرڻ گهرجي. اهو ڪم ملڪ جي دانشورن ۽ ڏاهن جو آهي، پر ڇا اهي اهو ڪم ڪري رهيا آهن؟ بدقسمتيءَ سان نہ. ان ۾ اڪثر حڪومتن جي خوشامد ۽ حڪومت جي پاليسين کي صحيح ثابت ڪرڻ لاءِ پنهنجون صلاحيتون وڃائي رهيا آهن. جيڪڏهن متبادل علم کي پيدا نہ ڪيو ويو تہ ماڻهو ذهني طرح پٺتي پئجي ويندا.

علم جي تخليق ۾ يونيورسٽين جو وڏو ڪردار هوندو آهي، پر بدقسمتيءَ سان اسان جي يونيورسٽين جي ماحول کي خراب ڪرڻ ۾ شاگردن جي سياسي پارٽين جو وڏو ڪردار آهي، جنهن لاءِ اسين رڳو حڪومت کي ئي ڏوهي نٿا سمجهون پر انهن سياسي پارٽين کي بہ ڏوهي سمجهون ٿا، جن تعليمي ماحول کي خراب ڪيو آهي. امتحانن ۾ ڪاپي ڪرڻ، استاد کي مارڻ، يونيورسٽي انتظاميا کان ڀتو وٺڻ، عام شاگردن کي ڊيڄارڻ ۽ پنهنجي مرضيءَ سان استاد رکرائڻ ۽ بدلي ڪرائڻ، اها حالت سنڌ يونيورسٽيءَ کان پنجاب يونيورسٽيءَ تائين آهي. اهڙي ماحول ۾ نہ تعليم

رهندي ۽ نہ ئي ذهني سڪون. انهن حالتن پاڪستان جي يونيورسٽين کي تعليم ۽ فڪر کان خالي ڪري ڇڏيو آهي، انهيءَ لاءِ اسان وٽ عالم پيدا ٿيڻ بند ٿي ويا آهن.

انهيءَ صورتحال ۾ جيڪڏهن متبادل تعليم لاءِ ڪوشش ڪئي وڃي تہ اها مارڪيٽ جي ضرورت مطابق هوندي، جعلي، غيرملڪي يونيورسٽين جا ڪيمپس هر شهر ۾ نظر ايندا آهن. پر اهڙو ڪو بہ متبادل تعليمي نظام نہ جوڙيو ويو آهي، جيڪو باصلاحيت ۽ تخليقي ذهن پيدا ڪري.

موضوع ڪهڙو بہ هجي پر ڦري گهري ڳالهہ وري بہ سياست تي ئي ايندي آهي. جڏهن سوال جواب شروع ٿيا تہ ماڻهن سنڌ جي محروميءَ، پنجاب جي بالادستيءَ، فوج جي جبر ۽ سختيءَ بابت سوال ڪيا. ماڻهن چيو تہ اسان پنهنجي صوبي ۾ پاڻ کي لاچار ۽ بيوس پائيون ٿا. فوج اسان سان جيڪو وڌيڪ سو سلوڪ ڪري ٿي، ان جي دانهن ڪنهن کي ڏيون؟ هڪ همراهہ چيو تہ ”فوج جو ڪم سرحدن جي حفاظت ڪرڻ آهي، هاڻي جڏهن اها اسان جي حقن تي حملا ڪري رهي آهي تہ ان جي تحفظ لاءِ ڪنهن کي چئون؟ ڪير آهي جيڪو فوج جي حملن کان اسان کي بچائيندو. اسان جو تحفظ ڪندو؟“ جڏهن عام فرد جي عزت ۽ وقار تي حملو ٿئي تہ لهجي ۾ ڪوڙاڻ اچي ويندي آهي ۽ ذهن مان ڊپ ۽ خوف بہ نڪري ويندو آهي.

ماڻهو ملڪ جي دانشورن، صحافين ۽ شاگردن کان بہ خفا هئا، جن پنهنجو فرض ادا نہ ڪيو ۽ پنهنجي مفادن جي خاطر پنهنجي صلاحيتن کي وڪڻي ڇڏيو. پر منهنجو جواب هو تہ جن ڏاهن پنهنجي پاڻ کي ناهي وڪيو، انهن سان سماج ڪهڙو سلوڪ ڪيو؟ جيڪڏهن سماج آزاد دانشورن جي همت افزائي ڪري، انهن جي عزت ڪري، انهن کي زنده رکڻ لاءِ ذريعا مهيا ڪري تہ ماڻهن جي اندر همت ۽ جرئت ايندي، نہ تہ دانشور يا ڏاهو بہ آخر

سمجوتو ڪندو آهي. زنده سماج تخليقي ڏاها پيدا ڪندو آهي ۽ مئل سماج بدحال، مدي خارج ۽ ٻه نمبر ڏاهن کي عزت ڏيندو آهي. سوال شروع ٿين ته ختم ٿيڻ جو نالو ئي ناهن وٺندا. ماڻهن جي دلين ۾ ايتري قدر بي چيني آهي ۽ ايڏا ته سوال آهن جو انهن سڀني سوالن جا جواب ڏيڻ به ممڪن ناهي.

ٻئي ڏينهن سنڌ يونيورسٽيءَ جي اولڊ ڪيمپس واري بئنڪ ۾ ڪم سان ويس، پوءِ ويٺي ويٺي اتي ڪم ڪرڻ وارا ڪلارڪ، پٽيوالا ۽ ٻيا ماڻهو آيا، اهي ماڻهو وڏي اميد سان پنهنجا بئلنس معلوم ڪري رهيا هئا. انهن ۾ اڪثر اڪائونٽن ۾ بئلنس 10 روپيا يا 5 روپيا هو. هڪ پورهيت عورت، جنهن جي مٺ ۾ پراڻو ۽ ميرو چيڪ بڪ هئو، آئي ۽ پنهنجو بئلنس معلوم ڪيائين، جيڪو 20 روپيا هو. اهو ٻڌي هو ڪجهه دير لاءِ پنڊ پهڻ ٿي وئي. چيڪ بڪ کي زور سان مٺ ۾ پڪوڙي ڇڏيائين ۽ پوءِ خاموشيءَ سان واپس هلي وئي. انهن ماڻهن کي خبر آهي ته سندن اڪائونٽ ۾ پئسا ڪو نه هوندا، پر شايد ان اميد تي ته متان ڪٿان نه ڪٿان پئسا اچي ويا هجن. آخر بئنڪ ۾ پئسو ئي پئسو آهي، بئنڪ جا ماڻهو اهڙين ڳالهين جا عادي آهن، جن لاءِ اها روزمره جي ڳالهه آهي، پر مان ماڻهن جي چهرن جا ڀاوَ ڏسندو رهيس. نااميدي، مايوسي، بي وسي ۽ لاچاري . آخر ڪڏهن انهن جو ڀاڳ ورندو؟ ۽ ڪڏهن سندن چهرن تي خوشي ۽ سرهائي لهرون ٻڌجي ڪڏندي؟ اتان اتي مان هيومن رائيٽس ڪميشن آف پاڪستان جي آفيس آيس. شڪيل پٺاڻ سنڌ ۾ نجي جيلن مان هاري آزاد ڪرڻ واري هلچل شروع ڪئي هئي، اها اجان تائين جاري آهي. آفيس کان ٻاهر ٽيهه چاليهه هاري، جن ۾ عورتون ۽ ٻار شامل هئا، خاموشيءَ سان ويٺا هئا. اهي سنڌ جي مختلف علائقن کان آيل هئا. انهيءَ اميد سان ته ڪو سندن دانهن ٻڌندو ۽ سندن مسئلن کي حل ڪندو. هارين کي نجي جيل مان آزاد ڪرائي

انهن جي عذابن کي ختم نہ ٿو ڪري سگهجي. انهيءَ ڪان پوءِ اهو مسئلو ٿئي ٿو تہ انهن جي رهائش، ملازمت ۽ روزگار جو ڇا ٿيندو؟ انهيءَ سلسلي ۾ ڪير بہ انهن جي مدد لاءِ تيار ناهي. اين جي اوز جو دليل آهي تہ انهن جو ڪم رڳو "شعور" پيدا ڪرڻ آهي، اهو ئي ڪارڻ آهيَ تہ اهي آزاد هاري اهڙيءَ ريت اڃان تائين غلاميءَ ۽ بيوسيءَ جو شڪار آهن. پوليس ۽ وڏيرا انهن کي هڪ جيترو تنگ ڪندا آهن. انهن جي ٻارڙن ۽ عورتن کي اغوا ڪندا آهن. اهي غريب ۽ بيوس ماڻهو ڪنهن کي دانهن ڏين؟ آس ڪٿي اهي هاري روز حيدرآباد ايندا آهن ۽ نااميديءَ سان واپس هليا ويندا آهن. جڏهن مون خاموشيءَ سان ويٺل انهن ماڻهن جي چهرن جا تاثر پڙهڻ جي ڪوشش ڪئي تہ مون کي انهن چهرن ۾ ڪجهہ نظر ڪو نہ آيو. انهن جا مٽيءَ هاڻا ميرا ۽ ڪنا ڪپڙا مٽيءَ سان هم رنگ هئا، ڄڻ اهي بہ ڌرتيءَ جي ڌوڙ هجن. انهن مجبور ماڻهن جا جسم نبل ۽ ڪمزور ۽ چهرن تي اڻ هوند جون ليڪون هيون، سندن رنگ ڪاراٽيل هئا ۽ ڪنهن ٻي دنيا جي مخلوق پئي لڳا. منهنجي ذهن ۾ "غربت مٽايو" سوشل ايڪشن پروگرام ۽ اهڙين ئي ٻين اسڪيمن جا نالا ايندا رهيا. ايئرڪنڊيشنڊ ڪمرن ۾ ويٺل آفيسر ۽ اين جي اوز جا عهديدار خوبصورت ڳالهيون ڪندا آهن ۽ خوابن جي دنيا ۾ رهندا آهن، اهي خواب جيڪي رڳو سندن پنهنجا آهن، جن ۾ انهن هارين جو گذر ناهي.

تاج مري ۽ ميوچل ايڊ جي دوستن سانگهڙ ۾ هڪ پروگرام رکيو هو. تنهن ڪري 19 مارچ تي صبح جو حيدرآباد کان سانگهڙ لاءِ روانا ٿياسين. جڏهن مان حيدرآباد ۾ رهندو هئس تہ انهيءَ دور ۾ فريدالدين سان گڏ اڪثر سانگهڙ وڃڻ ٿيندو هو. انهن مان اڪثر دوست روزگار سانگي سانگهڙ کان ٻين شهرن ڏانهن هليا ويا هئا، پر اڃان تائين الهہ ورايو ۽ حسن وساڻ هتي موجود آهن. رستو ڏسندو ويس، ٻنيون سرسبز ۽ شاداب هيون،

پر شاخن ۽ واهن ۾ پاڻي کين هو، جيڪڏهن پاڻي جي کوٽ جي اها صورت برقرار رهي ته خطرو آهي ته اهي سرسبز ۽ شاداب ٿيئون سگهي نه وڃن. سانگهڙ جو شهر ڏوڙ ۾ ٻڏل ۽ پٺتي پيل شهر آهي. ٻين ننڍن شهرن وانگر هتي به سهولتن جي اڻاٺ آهي. ڇيو ويو ته ليڪچر، ڪاليج جي هال ۾ رکيو ويو آهي. جڏهن ڪاليج پهتاسين ته اسٽاف روم ۾ ويهاريو ويو. مون ڏٺو ته ڪاليج جي بلڊنگ جيتوڻيڪ نئين هئي، پر مرمت نه هئڻ ۽ سار سنڀال ۾ لاپرواهيءَ ڪاليج کي اجاڙي ڇڏيو هو .هنڌان هنڌان پلستر ڇڻي رهيو هو. فرنيچر ڀڳل، ماحول ۾ زندگيءَ بدران مايوسيءَ هئي، جنهن جو اظهار شاگردن جي چهرن مان پڻ ٿي رهيو هو، جيڪي اسٽاف روم ۾ بيزاريءَ سان ويٺا هئا.

ليڪچر يارهين وڳي بدران ٻارهين وڳي شروع ٿيو. هتي مون جاگيرداريءَ ۽ مذهبي انتهاپسنديءَ تي ڳالهايو. پر جڏهن سوالن وارو سيشن شروع ٿيو ته ان سياست کي موضوع بڻائي ڇڏيو. ماڻهن جي ذهن ۾ اهي سوال هئا ته اهڙين حالتن ۾ ملڪ جو ڇا ٿيندو؟ ڇا هيءُ ملڪ سلامت رهندو يا نه؟ حالتن کي ڪيئن سڌاريو وڃي؟ ماڻهن کي انهن جا حق ڪيئن ڏياريا وڃن؟ ماڻهو پڇن پيا ته ڪين ڪا رٿا ۽ پروگرام ٻڌايو وڃي، جنهن تي عمل ڪري اهي حالتن کي سڌاري ڇڏين. مون ڇيو ته رٿائون ۽ پروگرام مٿان ڪان ناهن نازل ٿيندا. ماڻهن مان ئي ڦٽي نڪرندا آهن. تنهن ڪري ڪنهن رٿابنديءَ لاءِ هر هر مٿي نه نهاريو. پاڻ سوچيو. ٻيو اهو ته جيڪڏهن ڪا وڏي تبديلي اچي سگهي ٿي ته اها اين جي اوز ذريعي نه بلڪ سياسي پارٽين ذريعي اچي سگهي ٿي، جنهن لاءِ هڪ اهڙي سياسي پارٽيءَ جي ضرورت آهي، جنهن تي ڪنهن هڪ خاندان جو قبضو نه هجي، جتي ڪو تاحيات صدر نه هجي ۽ جيڪا جاگيردارن ۽

سرمائيدارن جي هڪ هٿيءَ هيٺ نہ هجي. هڪ اهڙي پارٽي جي ضرورت آهي، جيڪا ماڻهن جي ڳالهہ ڪري ۽ ماڻهن جي پنهنجي هجي.

جڏهن سانگهڙ کان واپسي تي سڄي رستي ۾ سوچيندو رهيس تہ ماڻهن ۾ تبديليءَ جي تمام وڏي خواهش موجود آهي. ماڻهو هن ملڪ ۾ هن سماج جي بهتريءَ جا گهرجائو ۽ چاهيندڙ آهن پر ڪو بہ ناهي، جيڪو هنن جي خواهش کي عملي جامو پهرائي. ڪو بہ اهڙو ڪونهي جيڪو سندن توانائين کي ڪتب آڻي ۽ تبديليءَ کي عمل ۾ آڻي. ماڻهن هر وقت تبديلي لاءِ جدوجهد ڪئي، قربانيون ڏنيون، قيد ۽ بند جون جنيون پڻ سٺيون، پر جڏهن ڪا تبديلي آئي تہ صرف حڪمران طبقا بدليا ۽ عوام اتي ئي رهجي ويو. اهو ئي سبب آهي جو هاڻي عوام جو احتجاج خاموشي آهي ۽ اسان جا حڪمران طبقا ۽ سياسي اڳواڻ انهن جي حمايت کان محروم آهن، پر اهو سلسلو ڪيستائين جاري رهندو؟ عوام ۾ ايتري قدر شعور ۽ توانائي ايندي تہ اهي خود پنهنجي اڳواٽي ڪن ۽ انهن اڳواڻن کان ڇوٽڪارو حاصل ڪن، جن انهن کي استعمال ڪري پنهنجا مفاد پورا ڪيا آهن. خبر ناهي ائين ٿي سگهي ٿو يا نہ پر منهنجي خواهش آهي تہ ائين ضرور ٿئي.

مون کي خبر آهي تہ سنڌ، بلوچستان، پنجاب ۽ سرحد جي غريب ماڻهن جي آواز ٻڌڻ لاءِ حڪمران طبقو تيار ناهي. انهن پنهنجي ڇوڏاري وڏيون وڏيون پيتيون ڪٺائي ڇڏيون آهن. اهي انهن ماڻهن جي محروميءَ ۽ بي وسيءَ کان واقف ناهن، اهي انهن جي ڏانهن ۽ آهن کان بہ اڻ واقف آهن، پر اها ئي بي علمي ۽ پري رهڻ واري ڳالهہ حڪومتن کي برباد ڪندي آهي، پر انهن حادثن جي قيمت بہ غريب ماڻهو ئي ڀري ٿو. ”شايد“ ۽ اهو ”شايد“ تہ شايد ڪڏهن پورو نہ ٿئي، پر خواهش ضرور

آهي تہ اسان عام ماڻهن کي عزت ۽ وقار سان ڏسي سگهون. عزت ۽ وقار جيڪو انهن جو حق آهي.



